# حق ۽ واسطا ليڪڪ وٽ هٿيڪا


| | | |
|---|---|---|
| ڪتاب جو نالو | : | نشانا چپن جا |
| شاعر | : | وشال امير |
| صنف / موضوع | : | شاعري |
| ڇاپو | : | پهريون |
| سال | : | 2005ع |
| ڪمپوزنگ | : | پرويز ابڙو |
| لي آئوٽ ۽ ڊزائننگ | : | شهباز علي ميمڻ |
| ٽائيٽل | : | اين ٽي ايف گرافڪس |
| ڇپائيندڙ | : | نيو ٿنڪرس فورم |

D-4/20 نسيم نگر فيز III حيدرآباد سنڌ

**ملھہ:80 روپيا**

**NISHANA CHAPAN JA**

[A collection of Poetry / verse in Sindhi language]

Written by : Wishal Ameer

Published by : New Thinkers Forum D -4/20 Naseem Nagar PhaseIII Hyderabad

Years of Publicatiol:2005

Pakistan Price Per Copy

**Rs: 80/-**

# ارپنا:

ڏاڏيءَ شان خاتون "وڏڻ"

امڙ غلام صغريٰ

ماٺيل پيار "تسليم سحر"

وڇوڙي جو گهاءُ ڏئي عالم ارواح ڏانهن رسي ويل

اسان جي "علي راول"

۽

خوابن جي ساپيان"احسن رحمان" جي نالي

**وشال امير**

# پبلشرز نوٽ

سنڌي ادب جي نديءَ ۾ نئين ٿهيءَ جي شاعريءَ جون ڇيڙيون جيڪي سڀ کان آڳاهيون آهن، انهن ۾ وشال امير جي ڪوتا جي ڪشتي پڻ هڪ آهي. توڙي جو وشال امير پنهنجي شاعريءَ کي نج ذاتي قرار ڏئي ٿو پر ادب جي ڪنهن به صنف ۾ سرجيل ڪا به لکڻي ڀلا ڪڏهن ذاتي ٿي آهي؟! هن جي شاعريءَ ۾ ڀهراڙيءَ جي سادي سودي دل رکندڙ نوجوان جون من ڀاوناڻون آهن، ان سان زماني جي ستم ظريفين جا قصا آهن، ان نوجوان جا ڪجهه سپنا آهن، ڪجهه خواهشون آهن ۽ سماج جي قدرن جي بيقدريءَ جون ڪهاڻيون آهن، جيڪي ڪڏهن به ذاتي نه ٿيون ٿي سگهن، ڇو جو وشال جهڙي ٻاجهاري دل رکندڙ نوجوان سنڌ ۾ رڳو وشال ئي نه پر انيڪ آهن. وشال جي شاعري انهن انيڪ نوجوانن جي دلين جي ترجماني ڪندڙ شاعري آهي.

وشال جي هڪ ٻي خصوصيت به آهي ته هن شاعريءَ ۾ ٻين صنفن سان گڏ سڀ کان وڌيڪ طبع آزمائي غزل تي ڪئي آهي ۽ اهو ئي سبب آهي جو سندس پهريون شاعريءَ جو هيءُ مجموعو غزلن تي مشتمل آهي. وشال شاعريءَ سان گڏ خوبصورت ڪهاڻيڪار به آهي. مقالا ۽ مضمون به لکيا اٿائين. هن جي جيون ۾ سياست کان صحافت تائين، پورهيي کان نوڪريءَ تائين ۽ حاصل توڙي لاحاصل محبتن تائين جا ڪيئي ڪڙا مٺا تجربا سندس اثاثو آهن جن جي اتساهه ئي کيس نه رڳو قلمڪار بڻايو پر فن ۽ فڪر جي سنگم سان هن کي پنهنجي ٿهيءَ ۾ نمايان حيثيت به ڏياري. پيشي جي حوالي سان وشال امير ڪجهه عرصي کان ماهوار "نئين زندگيءَ" ۾ ادارتي فرض سرانجام ڏئي رهيو آهي.

نيوٽنڪرس فورم کي نوجوان شاعر وشال امير جي شاعريءَ جو مجموعو اوهان جي هٿن تائين پهچائيندي بيحد خوشي ٿي رهي آهي، ان اميد سان ته سندس شاعريءَ جون ڪيئي سٽون اوهان جي هن من ستار جون تارون ضرور ڇيڙي وجهنديون.

**پبلشر** -

مهاڳ

# گلابن جون مکڙيون

شاعريءَ بابت مختلف ماڻهن جا جُدا جُدا رايا آهن، پر آئون ذاتي طور ان خيال جو آهيان تہ، شاعري دراصل فقيراڻي ۽ درويشاڻي زندگيءَ جو ٻيو نالو آهي. شاعري زندگي جي درياءَ مان ڪنيل ڏک، درد ۽ ڪرب کي پنهنجي روح ۾ اوتڻ جو عمل آهي.

خير سان مختلف موضوعن، گهاڙيٽن ۽ صنفن تي طبع آزمائي ڪندڙ زندھ شاعرن جي ڳڻپ ڪرڻ بہ آسمان جا تارا ڳڻڻ جهڙو ڏکيو ڪم تي پيو آهي. شاعريءَ جي آڪاس تي نمايان حيثيت سان چمڪندڙ تارن ۾ هڪڙو تارو اهڙو بہ آهي، جنهن کي اسان "وشال امير" جي نانءَ سان سڃاڻون ٿا. جيتوڻيڪ وشال کي سندس شعري سفر تي نڪتي گهڻو عرصو ڪو نہ ٿيو آهي، پر ان مختصر مُدي دوران بہ سندس تيوَر ڏسڻ وٽان آهن. هُن جي "محبت" جي محور تي ڦرندڙ شاعري ڪنهن اهڙي باغ جو سير محسوس ٿئي ٿي جتي هر گُلَ جي پنهنجي مَهڪ ۽ هر پَتي جو پنهنجو هڪ نرالو رنگ آهي، جيتوڻيڪ "محبت" جو بيان سنڌي شاعريءَ ۾ ظاهر آ نئون ڪونهي، پر بار بار دهرائجڻ جي باوجود ان موضوع ۾ الائي ڪهڙو اثر آهي جو هر سُٺي لکندڙ جي هٿن ۾ اچي اهو موضوع هڪ ڀيرو ٻيهر تازو ۽ نئون ٿي پوندو آهي.

اڪثر نقاد چوندا آهن تہ هاڻي رومانوي شاعريءَ جو زمانو گذري ويو، پر اهڙي ڳالھ ڪونهي. وشال امير ان احساس کي انتهائي ويجهو کان ڏٺو ۽ ڇُهيو آهي ۽ ڪجھ خوشگوار رومانوي احساسن کي اهڙي طرح پنهنجي شاعريءَ ۾ سمايو آهي جو ڪجھ شعر سندس سُڃاڻ بڻجي پيا آهن:

ڪيترو موهي پئي تي عڪس ۾
ناچڻي آهي محو جا رقص ۾
ڪون فطرت کي مٽيندو ڇا بہ ٿئي،
آ ڪميناڻپ رهي جنهن نفس ۾

جيترو چاهين نتي نکري سگهين!
مون رکيو توکي آ دل جي قفس ۾.

☆☆☆

وڃي فون گهنتي، اچي شل ٽپالي،
تکيا پئي اسان انتظارن جا رستا

☆☆☆

کيس انسان آ ڏٺيءَ ناهيو،
مون لئہ خوشين جي خود ڏٺي آهي.

☆☆☆

جڏهن کان هُن ڏسڻ ڇڏيو آ کيس
آئينو تي اُداس ويو آهي.

☆☆☆

کنهن جو فوٽو لڪائي هُو ڏسندو رهيو،
ماءُ سمجهيو، پڙهي لاڏو تو ڪتاب.

☆☆☆

ٽڙڪندي سيءَ ۾ مليو هئين پرين،
ڇا ملڻ لئہ وري سيارو گهرجي؟!

☆☆☆

سهان مان نازَ سندس، نازُ تي هزارين پر!
ملي نہ مونکي! اجا ڪائي ڪتي بالي آ.

وشال جي شاعريءَ ۾ حُسن، عشق، هجر ۽ وصال کان علاوه سندس داخلي ڪيفيتون، زندگيءَ جا الميا، معاشري جا مسئلا ۽ انهن لاءِ مزاحمت، ڪرب ناڪي ۽ احتجاج جو پرد [illegible] ڪس پڻ موجود آهي. هن جي شاعريءَ ۾ تازگي بہ آهي تہ تو [illegible] سندس اندر جي نگاهہ تيز آهي ۽ ڪيس حالتن جو مڪمل اد [illegible] پڻ آهي. وشال وٽ نہ رڳو زبان جو تخليقي استعمال نظر اچي ٿو پر خيال جي جدت بہ وک وک تي دل جي دامن کي ڇڪي وٺي ٿي.

مان سمجهان ٿو تہ ڏکن سان پرپور جيون هڪ اديب جي حق ۾ بهترين ترتيب آهي. ننديڻ ۾ اسان جا چپ مسڪرائيندا آهن ۽ دلين ۾ دنيا ۾ رهندڙ ساٿي انسانن لاءِ نيڪ جذبا هوندا آهن. اسان

ٻار کي فطري طور تي هڪ نيڪ، سڌي سادي ۽ مشتاق ٻالڪ جي شڪل ۾ ڏسندا آهيون، پر بالغ ٿيڻ کان اڳ هن دنيا هٿان زخمي ٿي اسان جون توقعات خاڪ ٿي وينديون آهن، جنهن ڪانپوءِ هيءَ دنيا اسان لاءِ انتهائي محدود ٿي پوندي آهي، هڪ اهڙي سرڙهي دنيا جنهن کي ديوار ۾ پيل معمولي ڏار مان به پسي سگهجي.

وشال امير به ننڍپڻ ۾ ئي هن دنيا کان ڏنگجي چڪو آهي، جنهنڪري سندس زندگيءَ جو هر واقعو ڪيس زخم رسائيندو رهيو آهي ۽ هر زخم سندس حياتيءَ تي نشان ڇڏي ويو آهي.

وشال امير، سندس زندگيءَ جي حالتن، واقعن ۽ احساسن کي ڪيئن محسوس ڪري شاعريءَ جي قالب ۾ وجهي ٿو، ان هنر ڪاريءَ جو مثال سندس هنن شعرن ۾ ڏسي سگهجي ٿو:

جيون ۾ ڪوئي نه رنگ آهي،
اُجهاڻي دل جي اُمنگ آهي.

لتاڙجي ويندو مون جيان هي،
پڇي ڪريو ڪٿڪ سنگ آهي.

☆☆☆

ڪيترو آنءُ اجا پنڪان پيو؟
ننڍڙي گهر جي تلاش ۾ آهيان.

☆☆☆

مون لئه لازم تون، پيٽ لئه ڊيوٽي،
بيئنو يڪسان مان ڪاڻ ۾ آهيان.

☆☆☆

ڏات جيئن آ مون کي سيڪاريو،
ڪنهن جي آڏو ڪڏهن جهڪيو ناهيان.

منهنجي خوابن کي تو چارو گهرجي،
جيون سفر لئه سهارو گهرجي.

ماءُ مايوس آ ته ڪيئن لاهي،
ٻار کي راند لاءِ تارو گهرجي.

☆☆☆

ذهن مفلوج ٿي ويو آهي،
خيال هر ٻُور ٿي ويو آهي.

☆☆☆

مان اڪيلو. هي پيڙ دردن جي،
ڪو ستارو خوشيءَ ڪٿان لاهيان.

☆☆☆

اوهان کي ڪٿان ڏيون گلابن جون مُرڪڙيون،
اسان کان ويا وسري بهارن جا رستا

☆☆☆

ٻُوءِ دردن جي، اسان جو جيون،
۽ آهي ڪافور جهڙي زندگي.

جيئن برياني‌ءَ جي چڙهيل ديڳ جا رڳو ڪجهه داڻا چکڻ سان چکندڙ کي خبر پئجي ويندي آهي ته ديڳ تياري ۽ تڪميل جي ڪهڙي مرحلي ۾ آهي، تيئن وشال امير جي هن شعري مجموعي ۾ شامل شعر به اها شاهدي ڏين ٿا ته هُن شاعريءَ جي جيڪا ديڳ چاڙهي آهي، اها جيڪڏهن پوري طرح پڪي ڪونهي، ته ڪچي به ڪونهي ڪا. بلڪ اهو چوڻ وڌيڪ مناسب ٿيندو ته اها ديڳ دم تان لاهڻ ۾ وشال ٿورڙي تڪڙ کان ڪم ورتو آهي، جنهنڪري سندس شاعريءَ ۾ معمولي رڌي رهجي ويئي آهي، بهرحال آئون سندس بهترين شعري مستقبل لاءِ دعاگو آهيان ۽ اُميد ٿو ڪريان ته وشال امير رومانيت کان اظهاريت طرف ثابت قدميءَ سان پنهنجو سفر طئي ڪري سگهندو، جو ته سندس شاعريءَ پنهنجي اندر مستقبل جا ڪيئي امڪان سانڍي رکيا آهن.

نيڪ تمنائن سان

**مظهر ابڙو**

احمر جو گهر، گلشن نظير،

خيرپور ميرن واري، (سنڌ)

# رنگين ۽ سنگين ڪيفيتن جو شاعر

هڪ سچو ليکڪ، علم سان گڏوگڏ سماج مان به تمام گهڻو سکندو آهي ۽ سماج ۾ رهندي هو پنهنجي جيون سان گڏوگڏ بين به انيڪ انساني جيونن جون جيون پتريون پڙهندو سمجهندو ۽ انهن جا اثر قبول ڪندو آهي. اڄ اسين جيڪي ڪجهه آهيون ائين بلڪل نه هجون ها، جيڪڏهن سماج اسان کي ايستائين پهچائڻ جو ڪردار ادا نه ڪري ها! سماج جنهن ۾ اسان جي رت، روح، ريتن ۽ سماج جا رشتا اسان سان مثبت توڙي منفي تعلق ۾ رهندا ايندا آهن ۽ ليکڪ پنهنجي حساس پڻي جي ڪري پنهنجو ئي نه سماج جي اڪثر ڪردارن جو ڏک ڀوڳيندو ۽ ان تي پنهنجي ردعمل جو اظهار ڪندو رهندو آهي، هو جيترو پنهنجي سرهائيءَ تي خوش ٿيندو آهي، اوترو ئي هو پرائي اهنج تي ايذائبو آهي. ڪڏهن ڪڏهن ته هو پرائي اهنج تي پنهنجي سرهائي به گهوري ڇڏيندو آهي. هن جون ڪيفيتون هن جي پنهنجي اندر سان گڏوگڏ، سندس آڏو وارن ڪردارن جي ڪيفيتن آهر به تبديل ٿينديون رهنديون آهن. اهو ئي سبب آهي جو هن جي تخليقن ۾ سندس ڪيفيتون ڪڏهن ڪڏهن هڪ ٻئي جي تضاد ۾ به اچي بيهنديون آهن، جيئن وشال جو هي شعر آهي:

چوسي رت منهنجو مون کي ڏات ڏائڻ،
مٿيءَ منجهه آخر، ملائي ڇڏيندي!

۽ ٻي جاءِ تي هو لکي ٿو ته:

ڏان جيئڻ آ مون کي سيکاريو،
ڪنهن جي آڏو ڪڏهن جهڪيو ناهيان!!

وشال امير جي من تي پنهنجي اندر جي توڙي اوس پاس جي اداسي ۽ مايوسي ڇانئجي ٿي ته هو بي ساخته چئي ڏئي ٿو:
- سک ڪو نئون جنم ڏئي ته ڏئي- هيءَ حياتي ته زخم ئي ڏيندي

-زندگي وير آ نديءَ جي جِئَ- اوچتو بس ڪڏهن وهي ويندي
- اسان جي مقدر ۾ ڀٽڪڻ لکيل آ- اکيون ڪي تڏهن ئي رلائي ڇڏن ٿيون
-اداسي هڪ دفعو وري ايندي- ڇوڪري ٽرين مان لهي ويندي
-نڪو ڪوئي الڪو. نڪي ڪوئي ڪٽڪو- ڪيڏي نه پياري آ ٻارن جي دنيا
- هتي جيڪي ماڻهو ڪروڙين رهن ٿا- جداري آ هڪبئي کان سارن جي دنيا
- سڀي رات ٽمڪي عصر ويل روئن- اسان وانگي بلڪل آ تارن جي دنيا
- جتي سرگوشي هوا ٻي نه ڏئي- اهڙي بر جي تلاش ۾ آهيان
- جڏهن چپ ڪوڙو مرڪڻ لڳن ٿا- اکيون ڪيڏا ڳوڙها لڪائي ڇڏن ٿيون
- ٻه لڙڪ مون لئہ ته ٻه ڳڙيا هوندئي- توڙي جو پاڻ تو روڪيو هوندو.

پر ائين ٻه نه آهي ته هن جي شاعريءَ ۾ نراسيت ئي نراسيت هجي هو زندگيءَ جو شاعر آهي. زندگيءَ جي ٻين ڪيفيتن تي ٻه هو بيساخته اظهار ڪري ٿو. جيئن پنهنجي مختلف غزلن جي بندن ۾ هو چئي ٿو ته:

- گل قبرن تي وجي وجهبا آهن- ٻانهن واري هار ۾ آ زندگي
- شيشي جو هي دشمن آهي- پٿر سان سنگ جوڙين ڇو ٿو؟
- چنڊ ٻي هن جو آهي قرضي- سونهن آ ڪيس هوءَ اوڌر ڏيندي!
- منهنجي نيڻن مان خواب جي ڪشتي- هن جي گهر تانءِ آ تري ويندي!
- ضد ٻارن جهڙو ڪيو آ هُن- ڪنهن سان نه هُن سواءِ ڳالهايان!
- چنڊ آهين تون تنهنجي پر ۾ ننڍڙو تارو آنءُ.

تنهنجي نالي پنيان رهي شل ڳنڍيو منهنجو نانءُ.

- اجرا اجرا خواب سزا هن لاءِ بڻيا- پيار جي رستي هلندي جيڪا وئي ماري
- تون جي ڪنهن ٻار سان ٻه مرڪين تي- وجان جلي تو مان جلڻو آهيان
- تنهنجي سوالن کان ڪيئن نٽايان مان- آءٌ پر جي تلاش ۾ آهيان.

مون کي وشال جي هڪڙي ڳالهه سان اختلاف آهي جڏهن هو چوندو آهي ته "هيءَ شاعري هن رڳو ۽ رڳو پنهنجي لاءِ ڪئي آهي!" سندس سموري شاعري پڙهڻ کان پوءِ ڪٿي ٻه اهو نٿو لڳي ته اها شاعري هن جي رڳو پنهنجي لاءِ آهي! هن جي جيڪا شاعري پيار بابت چيل آهي، اها سمورن پريمين لاءِ آهي. سندس آسروند شاعري آسوند ماڻهن، ۽ اداسي ۽ مايوسي واري شاعري اداس ۽ نراس

ماڻهن جي نمائندگي ڪري ٿي.
پيار جي حوالي سان هن جي ڪيفيتي شاعري تہ ڏسو ڪٿي هو چوي ٿو تہ:

پاڻ ڪڏهن پيار جي بدلي گهريو پيار آ؟
هن جو حق آ ٻئي کي چاهڻ، پنهنجو حق نيائجي.

تہ ٻي جاءِ تي چئي ٿو:

ٿورو بہ پيار تہ مليو مونکي،
جيون لئہ هيءَ خوشي گهٽي آ.

ڪيفيت منجهي ٿي تہ ساڳي پيار جي حوالي سان ڳالهہ ڪئي ٻي تو ڪري تہ:

واڌو تو ڪير ٿئي ۽ ڪير ڪاٽو
وفا جو ڪيو تہ هي حساب ڏسون!

ڪڏهن هو خودڪشيءَ جي حوالي سان چوي ٿو تہ:

رومانس خودڪشيءَ جو آهي ڇا؟
اهو ڄاڻڻ جي لئہ مرڻ گهرجي!

يا:

نيٺ هن ٻي خودڪشي ڪري ڇڏي،
دل جا هئي سور ۾ دڪندي رهي!

تہ ٻئي طرف هو وڏي واڪي چوي ٿو تہ:

مان نوڙتن جي شهر مان هاڻي،
ڳاٽ اوچي سان ڏس نڪتو آهيان.

وشال امير جي شاعري پڙهجي ٿي تہ اهو چٽي نموني محسوس ٿئي ٿو تہ هو زندگيءَ جي سمورين رنگين ۽ سنگين ڪيفيتن جو شاعر آهي. هن وٽ جتي پريم جا جذبا آهن، اتي ٻهراڙيءَ جي سادي سودي ماڻهوءَ جون شهر ۾ اچڻ کان پوءِ جون من پاونائون بہ هو محسوس ڪرڻ جي سگهہ رکي ٿو ۽ نہ رڳو سگهہ رکي ٿو. پر ان جو ڀرپور اظهار بہ ڪري ٿو. جيئن هن مٿين مثالن ۾ هن ڪاروڪاري، ٻاراٽي اوستا، سماج جي ويڳاڻپ/ اوپرائپ، رفاقتن، پيار ۽ ڏردن کي دل جي پاتالن مان محسوس ڪري اظهاريو آهي. اهڙن ئي سٽن مان هن جون هي

سٺون "سنڌ جي ابوجهه ناري" ۽ "سنڌ" جي حقيقي عڪاسي جو ڪيڏو نہ شاهڪار مثال آهن:

تون موجوده سنڌ سموريءَ جي تصوير،
بک، اڃ، بيمارين ۾ ورتل او ناري!

سچي دنيا جا سچا ڪلاڪار وشال جيان پنهنجي اندر ۾ ٻن انتهائن جي درميان جهولي ۾ جهلندا رهندا آهن. ڪڏهن "مان ئي مان" جي انتها تي بيٺل نظر ايندا آهن تہ ڪڏهن هو "تون ئي تون" جي انتها تي. جڏهن هو "مان" جي انتها تي هوندا آهن تڏهن "تون ڪير آهين؟" "تنهنجي حيثيت ڇا آهي؟" "تون آهين ڇا؟" "تون ڪري ڇا ٿو سگهين؟" جي مدلل سوالن سان انا جي انتها تي هوندا آهن ۽ جڏهن "تون" جي انتها تي هوندا آهن تڏهن "مان ڪير ٿيندو آهيان؟" "منهنجي حيثيت ئي ڇا آهي؟" "مان آهيان ڇا؟" "مان ڪري ڇا ٿو سگهان؟" جي مدلل سوالن سان انا جي ابتي انتها تي هوندا آهن. پر اسان وٽ صوفين جي هڪ اهڙي ڏر بہ آهي. جيڪا پاڻ وٽ "اناالحق" "انت الحق" سان گڏ "هوالحق" ۽ "تبت الحق" جي لفظن کي بہ ساڻ رکي ٿي. انساني جيون ۽ فطرت جي فلسفي جون اهڙيون ئي ڇوليون انهن ڪلاڪارن کي ڪڏهن ڪهڙي پاسي تہ ڪڏهن ڪهڙي پاسي ڇوليندڙيون رهن ٿيون. حياتيءَ جي حقيقي فلسفي کي سمجهڻ لاءِ اهو ضروري بہ آهي. وشال جي سچي شاعريءَ ۾ اهڙين ڇولين جي عڪاسي ڇٽيءَ ريت پسي سگهجي ٿي.

**ظفر عباسي/ 2005-9-2.**

# چپن جي گھرن نشانن جي ڇانو

وشال سان خبر ناهي تہ ڪھڙيءَ ويل ملاقات ٿي هئي، پر ايترو ياد اٿم تہ هن پھرين ملاقات ۾ ئي مون کي پنھنجي دوستيءَ جي مالھا ۾ پوئي ڇڏيو هو. سندس آفيس هجي يا حيدرآباد جا وشال ۽ محبوبا جي مرڪ جھڙا موهيندڙ رستا سندس دل جيان، هُن جون وشال ٻانهون بہ يارن جي لاءِ ڪليل هونديون آهن. فطرتن ٻئي جي درد کي پنھنجو ۽ پنھنجي خوشيءَ کي سڀني جي خوشي ڪري شيئر ڪرڻ واري سندس فطرت ئي سندس زندگيءَ جي فن جو اهڙو ڪمال آهي، جنھن کي وقت ڪڏهن بہ زوال نٿو ڏئي سگھي. وشال جو نالو ذات جي ڏيھہ ۾ نہ ڪو اوپرو آهي، نہ ئي وري ڪو نئون. پنھنجي ٿيءَ جي ليکڪن ۾ وڏي جستجوءَ سان هن پنھنجو نالو تمام مٿانھون نہ، تڏهن بہ مطمئن ڪندڙ جاءِ تي ضرور ٻيھاريو آهي. وشال جي شاعريءَ ۾ اڇنيون تشبيھون آهن تہ خيال جي گھرائي بہ موجود آهي. سندس شاعريءَ جو گھڻو تڻو حصو جيتوڻيڪ سندس ذاتي محرومين، محبتن، سڏڪن ۽ مرڪن تي مبني آهي پر هن پنھنجي انھن سڀني دردن کي دنيا سان بہ سلھاڙي رکيو آهي. فني لحاظ کان وشال جي شاعريءَ ۾ ڪجھہ اوڻايون موجود آهن، پر سندس خيال جي پختگي انھن لاءِ اوچڻ جو ڪم ڏئي وڃي ٿي. وشال جي شاعريءَ تي وڌيڪ تہ ڪو ماهر ئي بھتر راءِ ڏئي سگھي ٿو باقي مان ذاتي طور ان خيال جو آهيان تہ توهان وٽ جيڪو بہ آهي، لکي وٺو. ڇو تہ توهان جي ذات، ذانءُ ۽ فن ٻين جي امانت آهي. ماپ طور ڪرڻ نقاد جو ڪم آهي. بقول استاد بخاري جي تہ:

پنيان پاڻھي نقاد فيئر ڪندا پيا،
تون رف جھڙو تھڙو لکي وٺ لکي وٺ.

سو وشال جي پھرين مجموعي ”نشانا چپن جا“ اچڻ تي آءٌ تمام گھڻو خوش آهيان ۽ گڏوگڏ اها اميد بہ ڪريان ٿو تہ اهو سفر ان هڪڙي ڪتابي قدم تي ختم نہ ٿيندو پر وشال انھن چپن جي گھرن نشانن جي ڇانوَ ۾ اڃان بہ اڳتي جون منزلئون طئہ ڪندو ويندو.

**امين لاکو**

عبرت آفيس حيدرآباد

# سنڌو جل جهڙي شاعري

جڏهن مان وشال جا شعر پڙهندي آهيان ته اڪثر هن کي تنگ ڪندي آهيان. هيءُ شعر ڪنهن تي لکيو اٿئي، ڪائون نمبر محبوبه تي لکيو اٿئي ۽ هو چڙندو آهي سو به تمام گهڻو ۽ اسانجي تون، تون. مان مان پئي ٿيندي آهي. آءُ چاهيندي آهيان ته شاعري ڪنهن هڪ ذات ڪان ٻاهر هجي يعني ڪنهن ڇوڪريءَ جي زلفن ڪان نڪتل هجي ڇو جو زماني ۾ ٻيا به ڪوڙ غم آهن، محبت ڪانسواءِ جيڪي وڏيڪ ايذائيندڙ آهن. معاشري ۾ ايتريون ته برايون آهن جن کي ڏسي شيطان به ڏڄي ٿو وڃي. هڪ شاعر هڪ ليکڪ کي پنهنجي ڪوتائن جي ذريعي پنهنجي لکڻين ذريعي معاشري ۾ اصلاحي ماحول ناهڻ گهرجي پر افسوس جو اسان وٽ هر هڪ ليکڪ اصلاح بجاءِ اطلاع تو ڏئي. شاعري ڄڻ محدود تي ويئي آهي محبوب جي ادائن تي.

وشال جي ڊائريءَ جا ورق اٿلائيندي ويندي آهيان ۽ ڪجهه شعر اصلاحي ڏسندي آهيان ته من کي راحت ملندي آهي، سوچيندي آهيان ته وشال ڄڻ پنهنجو ٿورو ڪي گهڻو فرض پورو ڪيو آهي. مان محسوس ڪندي آهيان ته هن جي شاعريءَ ۾ مهنديءَ ۽ مٽيءَ جي خوشبو آهي، ڄڻ ته هن جا ڪجهه غزل ڳالهائيندا هجن، ڄڻ انهن ۾ ساهه ڦوڪيل هجي، خبر َناهي پوءِ ائين صرف مون کي لڳندو آهي يا ٻيا به محسوس ڪندا آهن.

بهرحال ڪو ڪو شعر اهڙو هوندو اٿس جيڪو جذبن جي بيئنل پاڻيءَ ۾ پيندڙ جي اڇلڻ واريون لهرون پيدا ڪري ڇڏيندو آهي. ياسندو آهي ته چاهتون ميون ناهن پر زنده آهن. پيار بگهڙن جي ور اجان ناهي چڙهيو.

مان مڃان ٿي شاعر اهو آهي جنهن جي ڪوتا عام تائين پهچي، دل جي تارن کي تنبوري جيان وڄائي ڇڏي. مان وشال کي شاعر اجان نه ٿي مڃيان، مان ان کي شاعر تڏهن مڃينديس جڏهن هن کي پڙهندڙن طرفان سني موٽ ملندي. بس دعا گهران ٿي ته خدا ڪري هو سنڌوءَ جل جهڙي شاعري ڪري هن جي شاعري نوٽ سڪل ڇپن کي مرڪن سان سائو ڪري ۽ مئل ضمير زنده ڪري.

**تسليم سحر**

# ليکڪ، فن ۽ شخصيت

وشال امير جي مهربانين جو ميوو ڪيڏو رس دار ۽ مٺو آهي، ان ڪي اهي ئي چاٽي سگهندا، جن هن جي مُرڪ جي ميناس مان، دل جي بن ڪي سيراب ڪيو آهي. آئون به انهن بخت وارن ۾ شامل آهيان، جنهن تي وشال جون ٻاجهه ڀريون ٻانهون سدائين گهاتي ڇانو جيان ڦهليل آهن.

**ساحر راهو**



ڪي ماڻهو اهڙا به هوندا آهن جيڪي هميشه اها ڪوشش ڪندا رهندا آهن ته ٻين کي خوش رکون، ٻين کي کلائيندا رهون، پوءِ اهي پنهنجن ڏکن کي اندر ۾ دفن ڪري ڇڏيندا آهن ۽ ائين محسوس ڪرائيندا آهن ته هو تمام گهڻا خوش آهن. هنن جي ڪوشش هوندي آهي ته سندن مهڪندڙ چهرو ڏسي هر ماڻهو پنهنجيون مايوسيون ۽ ڏک وساري ويهي. اهڙا ماڻهو ڳالهائيندي به چپن تان ٽهڪن جا گلڙا ڇاڻيندا رهندا آهن. ياءُ وشال امير به انهن ئي ماڻهن مان هڪ آهي. سندس لاءِ هي سٽون لکندي آئون منجهي پئي آهيان ته سندس شاعري تي لکان يا شخصيت تي؟ ڇاڪاڻ ته سندس شاعري به ايتري ئي خوبصورت آهي، جيتري سندس مسڪراهٽ خوبصورت آهي، سندس شاعري روشني، وفا ۽ درد جو سنگم آهي، سندس نانءُ ادبي ڪيتر ۾ سنن سرجڻهارن جي لسٽ ۾ واڌارو آهي. منهنجي دعا آ شل هو پنهنجي ونيءَ سان ننڍڙي جنت ۾ خوش رهي، سندس حياتيءَ جيان سندس جذبا ۽ احساس به ڏکهي ڄمار ماڻين ۽ شعوري طور جاڳرتا لاءِ جهاڳيندو رهي.

**عابده سڳند ابڙو**



بوعلي سينا کان جڏهن ڪنهن ماڻهو پڇيو هو ته ”اي عظيم ڏاها! ماڻهوءَ جي حيثيت جي ڪٿ ڪيئن ڪجي؟“ جواب ۾ بوعلي سينا مرڪي چيو هو ”ان جي ماڻهپي مان يعني جيڪڏهن ڪنهن ماڻهوءَ ۾ ماڻهپو ناهي ته اهو ڀلي ڪيڏي به وڏي رتبي تي پهتل

هجي، سماجي حوالي سان هن جي کهڙي بہ حيثيت هجي اهي سڀ شيون کنهن بہ کم جون ڪونهن ۽ ان ماڻهوءَ کي وڏو ماڻهو نٿو چئي سگهجي، وڏو ماڻهو اهو ئي آهي، جنهن ۾ ماڻهپو آهي، پوءِ پلي اهو گداگر ئي ڇو نہ هجي. وشال اميرجي وڏي خوبي اها آهي تہ هن ۾ ماڻهپو آهي، هي پاڻ کي نقصان ڏيئي بہ ٻئي کي فائدو ڏئي ويندو آهي ۽ يقينن ان خوبي ئي هن کي دوستن جي حلقي ۾ نروار رکيو آهي. وشال ماڻهو تہ سٺو آهي پر هو شاعر ڪيئن آهي؟ هاڻي اچون ٿا ان ڳالهہ تي.

وشال امير انهن آڱرين تي ڳڻڻ جيترن شاعرن مان هڪ آهي، هن جي شاعري جي وڏي خوبي اها آهي تہ اها وائڙي ناهي، ان ۾ باقاعده مقصد آهي ۽ اها رڌم سان ڀرپور آهي.

**واحد پارس هيسبائي**



وشال امير سنڌي ادب جي ارتقا ۾ هٿ ونڊائيندڙ نوجوان ليکڪ آهي، سندس لکڻين ۾ هر عهد جي احساسن جي ترجماني ٿيل آهي. وشال نہ صرف طبيعت ۾ سباجهڙو آهي پر انداز بيان ۽ تڪلم ۾ بہ سباجهڙن خيالن ۽ لفظن کان ڪم وٺندو آهي، سندس لکڻين ۾ رچندڙ احساس ڪائناتي اسرارن سان محو گفتگو هوندا آهن. وشال امير جي شاعري توڙي نثر جي هر صنف ڌرتي ۽ آڪاش جي رنگين داستان جي عڪاسي هوندي آهي، هن ليکڪ ۾ وشال شخصيت ٻڻجڻ جا اهڃاڻ موجود آهن، ڇاڪاڻ جو سندس لکڻيون ان ڳالهہ جون گواهہ آهن تہ سندس لکڻين ۾ انساني جذبات ۽ احساسن جي پرک ٿيل آهي، جن کي لفظن جي مالهائن سان پويو ويو آهي. سچ پچ بہ ڪومل احساسن جو ليکاري ۽ نازڪ ۽ ڪومل مزاج جو مالڪ آهي. پاڻ سچ کي پسند ڪرڻ ۽ سچ سان ساٿ ڏيڻ وارين خوبين جو مالڪ آهي، ان ڪري سندس لکڻين ۾ سچائي موجود آهي. پوءِ ڀلي ڪٿي معاشري جا ڪي فرد ان سچائي کان منهن موڙي ڪانئس نفرت بہ ڪن پر هڪ ڏينهن انهيءَ سچائي کي مڃيو ويندو ڇو تہ سچائي پاڻ مڃائيندي آهي.

**سلمي قادري**

# شاعر پاران

مون ڇو، ڇالاءِ ۽ ڪڏهن کان لکڻ شروع ڪيو؟ مون جيون ۾ ڪهڙا ڏک ۽ ڏاڪڙا ڏٺا؟، اهڙيون اجايون ڳالهيون مان هتي ويهي ڪونہ ورجائيندم.

بس مون لکيو ۽ لکڻ ۾ مونکي پناهہ ملي، منهنجي من ۾ مچل مانڌاڻ، شانت ۾ تبديل ٿي، اهوئي مون لاءِ گهڻو آهي. ٿي سگهي ٿو منهنجي شاعري ۾ بين شاعرن جهڙا ڪجهہ خيال ملي ويا هجن پر مان ايمانداريءَ سان چوان ٿو تہ مون اهي خيال ڪنهن کان متاثر ٿي شعوري طور ناهن ورتا باقي محض اهو اتفاق ٿي ٿي سگهي ٿو. منهنجي شاعريءَ ۾ فني کوٽ بہ ضرور موجود آهي، ان لاءِ جو مان لازمي طور شاعر سڏرائڻ جو قائل ناهيان، مون ڪڏهن بہ ان لاءِ ناهي لکيو تہ مان ماڻهن ۾ شاعر سڃاتو وڃان. مون هميشہ خيال کي اهميت ڏني آهي ۽ پابندين جي جڪڙ ۾ خيالن کي قربان ناهي ڪيو، جيتوڻيڪ منهنجا خيال سادڙا آهن پر اهي منهنجي دل جو آواز آهن. مون پنهنجي دل جو آواز ڪتابي صورت ۾ ڇپرائڻ جو ڪونہ سوچيو هو، پر ڪي محبتون آهن جن جي خواهش آهي تہ مان ڪتاب ڇپرايان ان لاءِ سندن اسرار تي احترامن هي عمل ڪري رهيو آهيان، بس انهن محبتن جي دامن ۾ منهنجو هي نذرانو قبول پيو تہ اها مون لاءِ غنيمت آهي.

آخر ۾ مان شڪر گذار آهيان انهن دوستن جو جن روايتي اديبن واري رستي تان هٽي منهنجي شاعريءَ بابت هرو ڀرو سٺي شاعري هجڻ واري راءِ ناهي ڏني، پر منهنجي فني اوڻائين کي بہ وائکو ڪيو آهي.

**وشال امير**

ڳالهائڻ لاءِ نمبر: 0300-3183018



چنــڊ آهيــن تــون، تنهنجـــي پــر ۾ ننــڍڙو تــارو آنءُ،
تنهنجـي نــالي پنيــان رهــي شــل ڳنــڍيو منهنجــو نــانءُ.

اوتـي مـون مـان پاڻـي ٻـِين ها، ڇيلهـ وِهاري ٻانهن ڀرين ها،
كــاش هجــان هــا منهنجــي ســانئڻ دلــي جهــڙو تــانءُ.

شايد اڄ تـون مونـڏي ايندينءَ، خوشـبوءَ سـان گهـر واسـيندينءَ،
هـڏكيءَ تنهنجـي نـانءِ ڇـڏيو آ، لنـوي صبـح كـان كـانءُ.

كهڙيــون تشــبيهون ڏيــان ويهـــي، ســونهن ســراپا آن،
مــان كــو شــاعر ناهيــان منـڙي نكـي مونكـي كـو ڏانءُ.

چانــدوكي آ جويــن چنــڊ جــو، خوشـــبو گــُـــلَ حيــاتي،
تــون آن منهنجــي دل جــي ڌڙكــن تــون آن منهنجــو هــانءُ.

ڏامــر رســتي تــي هـــن اڄ پـــي تنهنجــا پيــر ڇڻيــل،
تنهنجـــي قدمـــن پويـــان رلنـــدو اڄ بـــہ رهـــان تـــو آنءُ.



سامهون چنڊ چهرو احساس جنهنجو آهي چانڊني،
ڇهي ڪيس ونجي اهائي اندر ۾ تمنا ٿي جاڳي.

آٿي سمنڊ لهرون، ڇهي پير واري ڪتڪائي ايري،
اچي ياد تنهنجي هو وڇڙايو جنهن ڪان ڪنهن پل نياڳي.

مايوسيون ڏاڍيون آهن مليون، وڃان ٿو هاڻي،
منٿو موت مونکي سڏي ٿو ته اچ تون دنيا تياڳي.

هي ٿڌڙيون هوائون، بلبن جا پاڇا چون ٿا سمهي پئه،
مهاڻي سان ٻيڙيءَ ڏيئو ٻه هاڻي، ٿڪايو اوجاڳي.

ڪيڏي آ دوري، شهر تنهنجو جانان ڪيڏو پري آ،
آهي دل ته ضدي، مگر پيٽ پاپي، سوين ميل جهاڳي.

●

هوائـون گـُـنگنائن تيـون ۽ پتـن سـاز آ چيڙيـو،
پپـل جـا پـن سـتارا ڇـڻ، مٿـان ڪوئـي چڙهـي لاهـي.

هـي هيـڏي شـهر جـي رونـق اسـانکي ايئـن ياسـي تـي،
شـهر جـو شـور گهـاٽو آ جـو مـن معصـوم مـون ڳـاهي.

شـهر جـون ڇوڪريـون، هـي رونقـون، دلڪـش نظـارا سـڀ،
ڏسـي الجهيـل رهـون ان ۾ اسـان جـو هـت پـلا ڇـاهي؟

هـي ڪـارو رود ڪـاريهر، ڦـڻ آ پيهـو گـاڏين جـي،
اهـا سـگنل بتـي سـائي وڏي ڪـا ازدهـا آهـي.

۽ راڻـي بـاغ جـي رونـق نـه دل تـي ڪـو اثـر ڇـڏيو،
ڪـُـتل هـون ڳـوٺ ۾ پـاڙون شـهر ۾ دل لڳـي نـاهي.

سـياڻو شـهر جـو مـاٺهو ڪـُـهي احسـاس سـڀ جـا تـو،
هي اڏندڙ دونهون گاڏين جو ڇـڏي تـو خـواب سـڀ ڊاهـي.

ڇـڏيون تـا شـهر ڪـي هـاڻي، وڃـون تـا ڳـوٺ پنهنجـي ڏي،
جتـي نـِـسري سـرنهن آهـي، حسـين منظـر پئـي نـاهي.

---

اک ڳوڙهي جيان هاڻي ڳڙي ويندا سين،
پوءِ ڪڏهن پي ڪنهنکي نہ ياد ايندا سين.

مليو تحفو جو بہ، نئون سو درد هئو،
درد انهيءَ کان ناتو هاڻي ڪٽيندا سين.

متان مايوس ٿي لڙڪ ڪو نيڻن ۾ آڻين،
تون جي رئندينءَ تہ ڏکيا قبر ۾ ٿيندا سين.

هو ڏس سات چنو آ پتين ڪيئن گل جو،
اسان پي اوچتو ساٿي سڀ ڇڏيندا سين.

اوهانجو مک چمڻ واري هن عادت ۾،
سورج جا ٿي ڪرڻا، روز پيا ايندا سين.

اسان ٿي گيت هوائن ۾ پيا رلندا سين،
مگر نہ ٻڌندو ڪو، آواز جي ڏيندا سين.

هزارين خواهشون ۽ خواب تولئہ سرجياسي،
مٽيءَ ۾ پاڻ سان تنکي بہ اڄ گڏيندا سين.



اڄي موت، شمشان رستو تہ ڏس،
ڪسڻ آيو آهين جي، جيون هي ڪس،

اسان ڪان زماني ويساهہ ڪسيو،
نڳيو اوپرن وانگ پنهنجن ئي بس.

منهنجي ئي ننڊپڻ جو چٽ عڪس آ،
وڪٽي چٽان، سوئخواب وٿس.

رولاڪ ٻڄي جواني گذاري،
ملندي رهي مون کي نفرت سرس.

اسان جو اهو ڪاتو پرجي ويو،
ملي وئي ڪنهن جي چپڙن جي رس.

شاعر ماٺهو عجب تي رهئين،
ڏنئي ڪون پيد توکي آ جس.



چمي آخري بس منيءَ کان ونان تو،
اڙي موت، تورو ترس مان اچان تو.

پپل جو وڻ، هي هوا ۾ سرگوشي،
ستارن ۾ چرپر آجيان لئه ڏسان تو.

هي پوپٽ جو گل تان اڏامي هليو ويو،
مان پيي جان توکان جدا تي وڃان تو.

هميشه تي رهيم متي جو رانديڪو،
تڏهن اڄ به نازڪ هٿن مان ڪران تو.

منهنجي آرزو آ نه مرجهائجو ته به،
دفعو آخري مان توهان سان ملان تو.

●

هوءَ رنيءَ آ مونکان تہ مونکي وساري ڇڏيو تي،
ساھ ڪٺڻ وسرندو ڪيئن، ڪيئن سمجھائجي.

گھٽيءَ ۾ ٽانڊاٽو ٽمڪي، تارا سڀ اکيون ھٽي،
ھير يادن جي گھلي ڇئي، ھنکي ھل پرچائجي.

دل ھيءَ ڪليسا ۽ ديول، درد آھن راھبائون،
گھنڊ يادون تي وڄن ۽ اڪ ينل لھسائجي.

پاڻ ڪڏھن پيار جي بدلي نہ گھريو پيار آ،
ھنجو حق آ بئي کي چاھڻ، پنھنجو حق نيائجي.

آرزو ھڪڙي ئي آھي، نانءَ پنھنجي سان ڪڏھن،
نانءُ منھنجو ھوءَ لکي پوءِ اوچتو گھبرائجي.

شهر جانان جي وري ياد آئي،
درد ٻڌجي وئي شام سرمائي.

پرجي پاڪر ۾ اسان روئون ٿا،
رات ڪاري، مان، ياد، تنهائي.

دل دردن جو ڪو تنبور آهي،
ڪٿا منهنجي آ وڄوڙي وائي.

مان تہ اهڙي ڪا سٽَ هان جانان،
جيڪا پل ۾ بہ ڪنهن نہ ورجائي.

شهر ۾ هُو - وڃائجي ويو آ،
گس ڪي چئي تي نينگري ڪائي.

ورهيہ ٿيا اوسيئڙي جو سنگم هن،
ڪٿ - پوڙهي ۽ هيءَ نِم سائي.

۽ ستارا ٿا ماڪ روئي ڏين،
گل ماڻن ٿا وهنجي پاڪائي.

ڏاڍي چنچل آ هوءَ پريتي*، پر،
توکان گهٽ آهي ڪيتري جائي.

ڏسي مونکي جڏهن تو شرمايو،
لڳو مکڙي ڪا چڻ تہ مُرجهائي.

* - انڊين اداڪاره پريتي زنٽا



شهري وينگس پيار ۾ تو وٽ تاش جهڙا جذبات،
پيار عبادت مون لئہ، جنهن سان سُهڻي هيءَ ڪائنات.

تنهنجي سندرتا جو جلوو ٻڌجي مون لئہ لوح قلم،
منهنجي هٿ ريکا ۾ لکي ويو اوجاڳو هي رات.

شل ائين ٿي مرڪين سانئڻ خوشبو پئي واسين تون،
تون ئي گل ٽڙيل تازو ۽ تون ئي آن پريات.

منهنجي ڪَن ۾ تنهنجو ئي آواز ٻُري هر پل،
ڪوئل ڪي چئہ پل نہ لنوي هوءَ هاڻي منٽڙي لات.

هي جسمن جو آهہ وڇوڙو روح تہ گڏ آهن،
منهنجي من ۾ تنهنجي تسبيح، هر پل تنهنجي تات.

مونکي تورو پيار ڪپي هي جوين وارا ڏينهن،
ڪين ٿي گهرجي سڪڻي شهرت، واپس پل وٺ ڏات.



وٺي ٻيو جنم تون وريںءَ مون ڏي سلميٰ *،
مان جبران ساڳيو، تيم بس وشال.

تنهنجي مرڪ سان هي هوائون ٿيون مهڪن،
تڏهن توڪان مرڪن جو آهي سوال.

ٽڙيل چڻ تازو لڳين گل تي تون،
رکئي رب قائم هي حسن و جمال.

منهنجي حياتي ڪا ڪاري هئي چادر،
بڻايئي سا رنگين، ڪيو تئي ڪمال.

چڻ سمند جي سپ هئي ذات منهنجي،
بڻيںءَ مينهن جي تون ڪڻي بي مثال.

تنهنجي پيار منهنجي اجهائي پياس،
رُڄن ۾ رليم پئي هيو برو حال.

* ـ خليل جبران جي محبوبا سلميٰ ڪريمي

●

سنهڙي چولي منجهه گورو بدن،
چوٽيون برف ڏڪيل نظر ٿيون اچن.

مٺي مرڪ تنهنجي ۽ نيڻن شرارت،
نشانيون سيئي پيار پيغام ڏين.

ميندي لڳائي چٽيا هٿ تي جيئن،
ايئن گل چپن جا چٽيانءِ مان ڳلن.

جوانيءَ جا نيڻن ۾ ڪيڏا نشا هِن،
اجهو تا اهي جام ڇُلڪي پون.

پرين، پل اوهان سان سندر تي ويا،
سندن رنگ اهڙا، جهڙا پوپٽن.

سفر ترين پنهنجو ڪٿائڻ لڳي آ،
اڏاٿا منهنجا خواب ڪاڏي وڃن.

●

سپنن جو سنسار اجاڙي وئي آهي،
ڦوٽو، ڪارڊ، خط سڀ ڦاڙي وئي آهي.

سمجهي ٿي هُن رشتا ناتا سڀ ڇنا،
پر مون سنگ ياد سلهاڙي وئي آهي.

ويندي ويندي طعنا تنڪا هڻندي هوءَ،
لفظ ٽانڊا ٽانڊا ٻاڙي وئي آهي.

هنجي مونکي ٿهڪ اڏارا چند ڏنا،
تن سان وياج خوشيون اڳاڙي وئي آهي.

شاديءَ پنهنجيءَ جو [illegible] آئي ڪارڊ ڪٽي،
جيرا بڪيون هانوَ کي ساڙي وئي آهي.

هُنجي ساڻ [illegible] جي خوشبوءِ آهي وشال،
سرتا هاڻي ه[illegible] هتان ڙي وئي آهي.



خالي سڪڻو ساهه ڪڻان کھڙي ڪم جو،
روح اڏاري بوتو هاڻي پوري ڇڏ.

ڇاتيو جي توکي اڄ ڇڏي ويو هُو،
منهنجي دل ۾ سانئڻ پاڻ لئه گهرڙو اڏ.

مان سمجهان ٿو توکي مونسان پيار نه آ،
پر تون ائين نه پيار منهنجو پيي ڊرامون سڏ.

پنهنجو نالو نئون نڪورو پائيندينءَ،
پنهنجي نانءُ پٺيان بس منهنجو نالو گڏ.



رستا ڪائڻ لاءِ آتا، روشنيون ڏنگيون پيون،
شهر لڳي ازدها، هو ٻليون ڳوٺ سڏين پيون.

سهڻا رڱو هي ڏسڻ ۾ گل خالي خوشبوءِ کان،
هوبهو تيئن گوريون، ميڪ اپ جي منهن مکين پيون.

هيسيل هرڻ جي تور ۾ ڪاڏي وڃين پئي موهڻي،
اکيون هي روئنهارڪيون هرڪر اندر گسڏين پيون.

تڙپي هڪڙي تي مري، دفنائي مس تو ويهان،
هزارين خواهشون نيون دل ۾ پڪا اڏين پيون.

تون چڏي ويندينءَ منهنجي تہ کهڙيون مياڙون ڏبيون،
ساهہ جون تندون بہ آخر سات ڏس ڇڏين پيون.

●

وشال عيب ڏس مون ۾ هن،
ماڻهو بہ ڪيئن نہ مونکان نفرت ڪن،

ڌن دولت نہ ئي سهڻو چهرو،
شاعريءَ ڪي تہ ڏيندو هرڪو ٻن.

ڪين تيندي ڪويتا آ ڊوڙو،
سادو ڪپڙو نہ ئي اگهاڙي تن.

امير تاج محل رت جوڙيل،
غريب پيار نڀائي جان من.

وري ملون ٻہ الائي نہ ملون،
وڇڻ ڪي ڇڏ، ويهہ اجا پل ڪن.



ڪونہ مومل اسان کا ماڻي آ،
پنهنجو جيون بہ تيل پاڻي آ.

مان تہ راجا تيڻ تو چاهيان پر،
ڏور مون کان اجا هُوءَ راڻي آ.

روز دردن پُنيان وڌي واڌو،
منهنجي جيون جي هيءَ ڪهاڻي آ.

ڳوٺ جا ڇوڪرا لڳن مجنون،
ڇو تہ اُت سونهن کا ساماڻي آ.

روز جذبا شهيد تين پنهنجا،
لوڪ فرنگي هيءَ دل مياڻي آ.

دنيا توکي نہ ڇو سڃاتو پر،
ائين تہ ناهي انڌي ڪاڻي آ.



منهنجي جانان قسم توکي تنهنجي ئي سونهن جو آهي،
ڪڏهن ڪندو ياد مونکي نه جيون مان ڪدي ڇڏجان.

مان هڪڙو ڳوٺ جو ماڻهو شهر ۾ اجنبين وانگي،
بنا تنهنجي پيو ڀٽڪان، ڪوئي پاڳل پيو سڏجان.

اسان جي عشق جي جانان تون ئي تہ ابتدا آهين،
توتي ئي انتها ٿيندي سموري پيار جي ڏسجان.

هي منهنجا شعر سڀ آهن تنهنجا ئي عڪس تصويرون،
تون آهين جل پري سهڻي وشال ساگر ڪٺي پسجان.

---



ٻڌيس گناهگار،
توسان ڪري پيار.

توڪانسواءِ جيئڻ،
بنهه آ بيڪار.

آهيان مان تنهنجي،
چاهت جو بيمار.

تنهنجون يادون ڪن،
مونسان ڏس آزار.

موت جي پنيان آ،
لڪيل ڪو اسرار.

گل سان چاهت جو،
پوپٽ ڪن اظهار.

لڳي پرينءَ جيان ٿي،
پيارو پرينءَ پار.

سپنا سڙي ويا هن،
بچي وشال ڇار.



اڳيان بينو راڪاس ڪارو آ،
زندگي موت جو ڪنارو آ.

نفرتون، درد، يادگيريون ڪي،
مليو جيئڻ لئه هي سهارو آ.

ويني ويني هُو پاهه تي ويو آ،
تنهنجون يادون ٻه سرد پارو آ.

جهول تنهنجي ۾ مان سمهان سائڻ،
چنڊ جي گود ۾ جي تارو آ.

پيار هُن سان ڪرڻ تا سڀ چاهن،
مٺو هڪڙو سين ڪي پيارو آ.



توکــي پـــاڪر ۾ پـــري بوســـا ڏنم،
خــواب مــان جـــاڳيم اڪيلائـــي ملـــي.

اڪ پڳـــي آڪـــاس مـــان تـــاري ڪـــڙي،
۽ هـــوا ســـرد پـــي مـــون تـــي ڪلـــي.

مـــون لاءِ پويتـــر آهـــي تنهنجـــو گهـــر،
شـــهر تنهنجـــي جـــي مقـــدس هـــر ڳـــلي.

توســـان گـــڏ هـــر خوشـــي رنگيـــن ايئـــن،
ڪـــٿ متـــان تـــُـــڪ واري جيئـــن رلـــي.

شـــل تـــون ڪـــڏهين نـــہ مرجهـــائجين.
تنهنجـــي عـــادت قـــائم رهـــي چـــِل وِلـــي.



وات ڦــاڙي مونکــي کــائڻ ٿــو اچــي،
گهــر خــالي ديــو جهـــڙو ٿـــو لڳـــي.

ريــڊيو مـــون آف ڪـــري آ ڇـــڏيو.
گهنــڊ يــادن جـــو انـــدر ۾ ٿـــو وڄـــي.

ڪيــر ڏســجي گـــوءِ ڪٿــي ٿــو وڃــي،
تــارو مونســـان جــاڳ ريــس ٿــو پڄــي.

آدمــي کــي آدمــي تــي نـــاهي قيـــاس،
آدمـــيءَ کـــي آدمـــي ئـــي ٿـــو نڱـــي.



گل جي خوشبو، چند چاندوڪي، منٺو محبت ساز،
سال نئون شل بڻجي تنهنجي خوشين جو آغاز.

ڪندن ڪان آزاد وڃي تي، توهر گل جهلي،
خوشبو ڏئي ۽ پونئر مڙنس بڻجي ڪوت جواز.

نفرت جو اظهار ڪرڻ ۽ مونتي شڪ آڻين،
ان ڪان اڳ شل سانئڻ منهنجو روح ڪري پرواز.

وڻني نظر ڪپائي، ڊوڙي در ڪولين تي اچانڪ،
منڙي تنهنجي در تي، هوا ڏئي کڙڪڻ جو آواز.

ڪڏهين دوريون هونديون پي هُجبو ناهي پَري،
ڪڏهن ويجهو هوندي پري آن ڪهڙو آهي راز.

دل جهرڪي هئي جڻ منهنجي جا جهپي جهٽ وتئي،
نيڻ هي تنهنجا شوخ شڪاري، ڦڙتيلو ڪو باز.

"زرد پتن جيان ڇڻئون تا" قدمين تنهنجي سڪي،
"جانان جانان" مون وٽ ناهي ناهيان آءُ فراز *.

* احمد فراز



منهنجو پيار ۾ پنڌ ٿيو نہ ڪٿي سڦل،
جھاڳيندو تہ بہ رھان آھيان پاڳل.

پاڻيءَ ڇنڊي ساڻ ٿي ڏوئي مونکي ڇڏين،
۽ چاھين تہ پائين چڻ آھيان تو ڪجل.

ڇمندي ڦيٿا ڳل پنڙيءَ، ڦرندا ٿا رھن،
ٽرين ۾ وينئل ناريءَ ڪان آھي ڪو رنل.

مونکي ساري رات جاڳائي وينو رھيو،
ڳالھائيندو پئي رَھيو پرسان درد سٽل.

توکي وسارڻ ڪانپوءِ ياد ڪيان تو ڪيس،
موت آ مونلئہ تو جھڙو سھڻو سانول.

خواب سمورا وکريا ڪو ساھس نہ رھيو،
جيئڻ جو اتساھ رُنو، رُنو راول *.

* - علي راول اسانجو لخت جگر جيڪو ڊاڪٽرن جي لاپرواھي سبب موت جو ڪاڄ ٿيو



چاهي دل تي تارن جا جهومڪ پارايانءِ،
لاهي چنڊ جانان نرڙ تي سجايانءِ.

نرم ريشمي تنهنجو گورو بدن آ،
گلن جي پتين جو وڳو مان پهرايانءِ.

منهنجي منٺڙي جانان رسين پي نٿي تہ،
ڳڙن لڙڪ لارون، چميون ڏئي پرچايانءِ.

منهنجو حال ڪاڇو، پڇون واري تہ آ،
وسين مينهن تون تي تہ خوشبو مهڪايانءِ.

ڪٺي بڪ ۾ پينون اڳي جيئن هلي آ،
ڀاني ڏسانءِ مان ۾ ٽيوشن پڙهايانءِ.

آهين شاعريءَ جي ڪائي سپ جانان،
پون ڏات ڪٺيون تہ موتي بڻايانءِ.

منهنجا گيت، نظم، غزل، بيت، وايون،
ڪهاڻيون بڻائي تو داسيون ويهاريانءِ.

زماني جي سونهن جو قسم آ يقين ڪر،
آ توسان محبت يقين تو ڏياريانءِ.



وشال پڙڪو ڏئي خيال پنهنجي اُڏري ويا،
وشال جهوٽو آيو خواب سيئي وڪري ويا.

اڃا نه آيا نه ئي اڃڻ جو ارادو اٿن،
اکن به چاٺيون قليون، ڪانهن آهن نسري ويا.

اسان هنن جي آڌو ڪوڙو توهه تي وياهون،
هنين جي ڪالهه ڪڙا سي به اڄ تي مصري ويا.

هيو خيال ته نه، ٻي رخيون وساريندم،
ڪلي مليا ته سيئي ڏنپ مونکان وسري ويا.

به تني ئي ٻول ها تعريف جا سندس قيمت،
سيئي غرور سندس هڪڙي پل ۾ پتري ويا.

بنا نقاب نڪتي سونهن ڪا ڪرڻ محشر،
ڏنو تي جنهن به اهي ماٺهو سيئي پگهري ويا.



زرد پتــــن جيــــان چٽيـــــا آهيــــون،
هيــر تـــو وانگـــي تـــ منـــي نـــاهيون،

تنهنجي پگهر ۾، سينٽ جي خـُـشبو،
ڳالهـــ هـــر ســـاز نئـــون تـــا پـــانيون.

ڏور تـــون جـــو هلـــي وئـــي آهيـــن،
گهرونـــدڙو پـــلا ڪنهـــن لئـــ نـــاهيون.

ڏور آڪـــــاش ۾ تـــــارا ٻـُجـــــي،
تنهنجـــي اڱـــڻ تـــي تـــا ٻـــرڻ چـــاهيون.

تـــون نـــ پنهنجـــي لئـــ پلـــي پـــانئج،
اســـان تـــ گيـــت تـــا تنهنجـــا ڳـــايون.



توڪي جن پي آهي ڏنو،
ماٺهو سارا جاڳن تا.

جن تي تنهنجا پير پيا،
گهٽيون چارا جاڳن تا.

تنهنجي گهر ڏي ڪلندڙ سپ،
دريون جارا جاڳن تا.

وارن جي اڄ چانو تي ڏي،
سخت اونهارا جاڳن تا.

پڌر ستي پئي آهين
چنڊ ۽ تارا جاڳن تا.

ياڪر ۾ ير مونکي منٺي،
سيارا - پارا جاڳن تا.

وشال تولئه گيت لکن،
شاعر سارا جاڳن تا.

---

●

توکـــي هـــر ويـــس ســـونهندو آهـــي،
چنـــڊ پـــي توکـــي ڏســـي شـــرمائي.

عشـــق اظهـــار ســـان نـــاهي ٿينـــدو،
پريـــت کـــي پنهنجـــي پـــي زبـــان آهـــي.

تـــون ئـــي منهنجـــي مـــن جـــي موهـــل آن،
تنهنجـــي وارن جـــي جيئـــان شـــل ســـائي.

کيـــڏي ســـندر آن جـــي ڇـــاتڻ ڇـــاهين،
منهنجـــي نيڻـــن ۾ ڏس نظـــر پـــائي،

تنهنجـــي نفـــرت آ، يـــا هـــيءَ محبـــت آ،
مـــان نـــہ سمجهـــو هـــان الائـــي ڇـــاهي؟!



هوءَ منهنجو خواب ٿيندي ٿي وڃي،
زندگي جو باب ٿيندي ٿي وڃي.

هن جوانيءَ ۾ آ قدم رکيو،
ڪيڏي لاجواب ٿيندي ٿي وڃي.

زندگي پل ٻه ٿي هُنڪان پري،
مئت جو حساب ٿيندي ٿي وڃي.

دليون هُن آڏو ڇڻ جهرڪيون هن.
اڪ سندس عقاب ٿيندي ٿي وڃي.



مٺتميٺڪ آهي تنهنجي هر ادا،
پيار تنهنجو ڪيمسٽريءَ جو فارمولا.

سرير ڪي ڇهي اڇي هلي وڃين،
سانوڻيءَ جي منڊ جي ڇڻ آن هوا.

تنهنجي جهوپڙي آڏو منهنجي مني،
ڪاڪ مومل واري پلا آهي ڇا؟

زندگي جي بن ۾ پنڪان پيو،
شهر سارو ٿر سمان آ تو سوا.

هل تہ هلي چنڊ تي ڳالهيون ڪيون،
ماٺهو هتي ڏاڍا آهن سا‌ڙولا.



اذيتن جي ڄار ۾ آ زندگي،
موت جي انتظار ۾ آ زندگي.

ڪا ڪمائي ڪين تي ڪاٿي قبول،
هي سڄي ئي خار ۾ آ زندگي،

تون منهنجو درد ڇا ڄاڻي ڇا ڏيندين.
تنهنجي ته بهار ۾ آ زندگي.

تن جي هڪ ٽهڪ به ڏيندي آهين،
پئسن جي سنسار ۾ آ زندگي.

ها وري موٽنديون مونڏي منهي،
بس انهي اقرار ۾ آ زندگي.

مئڪشيءَ ۾ ڪهڙو آ اثر رکيو،
تنهنجي نيڻن نهار ۾ آ زندگي.

نفرتن ڪي ڏور ڏڪ او ڇري،
ٿورڙي به پيار ۾ آ زندگي.

گل قبرن تي وڃي وڃهبا آهن،
بانهن واري هار ۾ آ زندگي.

---



تنهنجي پيرن جي جا پٺي آهي،
مون لاءِ مقدس اها گهٽي آهي.

ڪٺ ڪ جا سونا سنگ ۽ مونکي،
ڳوڻاٺي چوڪري وٺي آهي.

ٿورو ٻه پيار ته مليو مونکي،
جيون لئه هيءَ خوشي گهٽي آهي.

هل ته ڊوڙي هلي ڪٺون سائڻ،
هوا تي انبڙي ڇٽي آهي.

مون ويهي جيڪو به غزل لکيو،
تنهنجي تصوير ڇڻ ٻٺي آهي.

وشال پوءِ به ڪيس چاهيندو،
توڙي جو بي وفا ڪٺي آهي.



تنهنجي محفل جو تذيو هوندو،
شخص سو مون جيان پُريو هوندو.

ڪيڏا خاموش رستا ۽ بتيون،
رات ساري تنها رليو هوندو.

جنهن کي لڙڪن جا تو ڏنا تحفا،
پوءِ سو ڪيئن چريو ڪِليو هوندو.

سندس من ۾ متل ماندان هوندي،
۽ موم بڻجي سو بريو هوندو.

بـ لڙڪ مونلئہ تہ بہ ڳڙيا هوندئي،
توڙي جو پاڻ تو روڪيو هوندو.

---

نشانا جين جا



مونکـــي نيٺـيـــن ننــد نـــہ آئـــي رات ســـاري،
اوجاڳـــا مـــون ســنگ رهيـــا، اوندهـــہ کـــاري.

هـــر پـــــلُ توبـــن اوســاتيل تـــو مونکـــي لڳـــي،
پـــر ۾ تنهنجـــي گهـــڙي لڳـــي هرڪـــا پيـــاري.

پنڪـــي پنڪـــي تولئـــہ ڏس هـــي حـــال تيـــا،
چـــــانديءَ جهــــــڙن وارن مـــــــان اڏري واري.

اجـــرا اجـــرا خـــواب ســـزا هـــن لاءِ بڻيـــا،
پيـــار جـــي رســـتي هلنـــدي جيڪـــا وئـــي مـــاري.

ڪوڙ حسينائون توڙي جو روز ملن،
جانان دل کي تون ئي لڳين سڀ کان نياري.

ڪڏهن جسم کي ناري ۽ ساڙي تي ڪڏهن،
ساوڻ رُت جي هوا ٻه آهي تو پاري.

تنهنجي دل ۾ پيار جو شل ڪو ٻج ڦٽي،
مان تنهن ٻج کي پاڻي ڏيان ٻڻجان هاري.

خوش تي ٻار ڦٽاڪا تا ساڙن بينا،
ناريون ٻارن ڏيئا شايد، آ ڏياري.

تون موجوده سنڌ سموري جي تصوير،
بک، اڄ، بيمارين ۾ ورتل، او ناري.

يارب! هنجي منزل ڪٿ نه پوري ٿئي،
رکجان پين سفر کي ڪاغذ تي جاري.

چکر ڪنهنکي تورو، ڪنهن کي وشال ڏنل،
جيون آهي، چابي تي هلندڙ لاري.

●

پاڻ لئہ پاڻ سزا تي پيا هون،
زندگيءَ مان بيزار ٿي ويا هون.

تنهنجي يادن جو روز هڪ لشڪر،
اجاڙي دل، اچي ڪري ڪاهون.

پت ڪر، مونلاءِ مقدس آهن،
تنهنجي گهر جون پٽيون ۽ راهون.

ائين نہ ڦير منهن منهنجي جانان،
وقت ڪيڏي ڪانپوءِ سامهون ٿيا هون.

سيئي پٿر جا چڻ تہ ماٺهو هن،
ڪير ٻڌوندو اسان جون هي دانهون.



دل چاهي پئي، چنڊ کي مان چمان،
ڏور آڪاش تي، ڪيئن اڏري وڃان.

سادڙي، سادڙي، سوچ اڏري اچي،
مان تنهنجي پنن جي مٿان تو چٽيان.

مان تنهنجي ياد ڪان، ڪو وانجهيل رهيس،
ياد تنهنجي جهلي، دل ۾ هاٺي اجان.

منهنجا سپنا سيئي، ايئن توڙي ڇڏئي،
پڇن رانديڪا جيئن، ٻارڙن جي هٿان.

زرد پتن جيان، نيٺ وياسون ڇڻي،
هيڏان هوڏانهن پياتا، تڏجون اسان.

سونهن، سنڌ سمايل منهنجي ساهه ۾،
گيت وشال تنڪي، تو سي اربيان.



پيار جي ماکي چپن سان لاهجي،
دور افق تي هلي گهر ناهجي.

شاهه جي وائي رسالي مان کڻي،
تنبوري جي تار چوري ڳائجي.

گهور نه ترڇي نگاهن سان مونکي،
منهنجي دل ڪمزور تي گهٻرائجي.

زندگيءَ جي تار پل پو پئي ڇڇي،
هار ٻانهن وارو جڏهن پائجي.

ريت جي ٿياس تي ٽنگيا ڪيئي،
هاڻي هن صليب ڪي ٻه ڏاهجي.

منهنجي گيتن ۾ رڳو ڇو سونهن آ.
هوءَ وني تي انهي تي ٻاهجي.



سندر جذبا لوڙهين چو تو؟!
احساسن کي ٻوڙين چو تو؟!

درد کهاڻي، چهرو پيلو،
لفظن سان پو ووڙين چوتو؟!.

راز لُڙهي ماڻهن ڏي ويندو،
نيڻن بند کي ڇوڙين چو تو؟!.

شيشي جو هي دشمن آهي،
پٿر سان سنگ جوڙين چوتو؟!.

ڪندن ڪان جي تو گهبرائين،
گل، وشال پوءِ توڙين چو تو؟!



هي بخمل چنيءَ جا رنگ آهن،
رنگين اهڙا منهنجا خواب نه آهن.

احساس اوتي جيئرا جاڳندا ڪي،
شاعر تا سپنن جا محل ناهن.

سحر ويل درياءَ تي وينگسون ڪي،
چندرما سان وهنجي پيون گيت ڳائن.

چند چانڊنيءَ ڪي ياڪر يري تو،
وينا پاڻ ۾ تا تارا ڳالهائن.

تاندا تي ساڙن گلن جهڙا آهن.
جي گيت منهنجي جهوليءَ پيا هن.



اوهانجي گلابي چپن جي رنگن جيان،
شل مان بہ رنگين شاعري ڪيان.

پوپٽ جي نازڪ پرن جهڙي پري،
تنهنجو خواب ننڊڙو ڪو شال تيان.

ساگر ڪناري هُو پوڙهو راڳي،
پيڙا مان ڪيڏو تو ڳائي ميان.

مونکي روز سونهن اجاڙي وجي،
مان روز موهن دڙو تي جئيان.

اوهان مونکي نيڻن مان اوتي ڏيو،
مان پيار جي مڌ کي پيو پيان.

وشال آسمان مان توکي تارا ٽوڙي،
پڇي جي سگهان نشانيون ڏيان.



اداسي هڪ دفعو وري ايندي،
ڇوڪري ٿرين مان لهي ويندي.

چند سان مان وڃي ڳليون گهمندس،
رات ديوي جو پر پکيڙيندي.

سڪ ڪو نئون جنم ڏئي ته ڏئي،
هيءَ حياتي ته زخم ئي ڏيندي.

هنجي آڏو پل ڪيڏو چاهيان،
جيت منهنجي آ هار ئي ٿيندي.

شاعري رت جو رڌم آهي،
ڪون ويندي جي توڙي چاهيندي.

زندگي وير آ نديءَ جي ڄڻ،
اوچتو بس ڪڏهن وهي ويندي.



هنجـــي محفـــل ۾ ٽمڪنـــدڙ تـــارا،
هيڪلـــي هـــوءَ ڇـــو پـــلا ٿينـــدي.

چنـــڊ پـــي هنجـــو آهـــي قرضـــي،
ســـونهن آ ڪيـــس جـــو اوڌر ڏينـــدي.

منهنجـــي نيڻـــن مـــان خـــواب جـــي ڪشـــتي،
هنجـــي گهـــر تـــانءِ آ تـــري وينـــدي.

رنـــگ هنجـــي چنـــيءَ ۾ هـــن جيـــڏا،
تيـــڏا رنگيـــن ٿهـــڪ هـــوءَ ڏينـــدي.

وشـــال چنـــڊ نـــگر تـــي مونكـــي،
پيـــار جـــي ديـــوي ڳولهينـــدي هونـــدي.

●

هڪڙي خوشي، جتي مرڪي اچي ٿي،
اتي ٿهڪ ڏهہ، غم ڏيندا اچن ٿا.

جڏهن فاصلن جي چڪيا تي چڙهي ڪو،
ننگو ناچ شيطان اُتڙي نچن ٿا.

صبح ٽئي تہ گل جي مٿان ماڪ ڳوڙها،
عصر ويل تارا ويهي هي روئن ٿا.

ڪيڏو عشق آڪاش ڌرتيءَ جو آهي،
ڪري پنڌ ڏاڍو وڃي جي ملن ٿا.

تنهنجا ڳل ڳاڙها ۽ چپڙا گلابي،
مني نيڻ منهنجا تي پوئنرا چمن ٿا.

تنهنجي دل ۾ مون لئہ ٿورو پيار آهي،
تنهنجا نيڻ شرمائي پيغام ڏين ٿا.



بهـارن جـي دنيـا، گلابـن جـي دنيـا.
اسـان کـي ملـي آهـي خـارن جـي دنيـا.

نکو ڪوئي الڪو، نکي ڪوئي ڪنڪو،
ڪيـڏي نــ پيـاري آ ٻـارن جـي دنيـا.

ڪڏهن مسـڪرائن ڪڏهن چڙ بــ کـائن،
عجـب آهـي پنهنجـي يـارن جـي دنيـا.

هتي جيڪـي مـاڻهو ڪروڙيـن رهـن تـا،
جدٰاري آ هڪبئي کـان سـارن جـي دنيـا.

جتـي روز نيڻـن سـان مـاڻهو کسـن تـا،
اهـا پـڪ آ، سـونهن وارن جـي دنيـا.

ڏسـون سـونهن کـائي اسـان ڏاڍو تڙپـون،
وجـي تـي اسـان لئـ آزارن جـي دنيـا.

سڄي رات ٽمڪـي عـصر ويـل روئـن،
اسـان وانگـي بلڪـل آ تـارن جـي دنيـا.

وشـال زمـاني ۾ هيڪـل رهـون تـا،
ملـي ڪونـ ڇـو جـو سـهارن جـي دنيـا.



چنڊ جي چانڊاڻ کان وڌ سونهن ۾،
سج جي لالاڻ جهڙي ڇوڪري.

ماڪ ڦڙي جهڙي آ معصوم ء،
اڪ جي آلاڻ جهڙي ڇوڪري.

سرڪ ڇپڙن مان پري مونکي ڏنئين،
پاڻ آ مهراڻ جهڙي ڇوڪري.

چانديءَ کان بہ خوبصورت آهي هوءَ،
سون جي آ، کاڻ جهڙي ڇوڪري.

هر ڪو هنجي سونهن جي تسبيح پڙهي،
سچ تہ آ واکاڻ جهڙي ڇوڪري.

ٿي سڄو ماحول مهڪائي وڃي،
جي اچي سرهاڻ جهڙي ڇوڪري.



ڪڏهن ياد تنهنجي ڀلائي نہ ٿيندي،
نئين رنگ ۾ شاعري مونڏي ايندي.

ڇُوسِي رت منهنجو مونکي ڏات ڏانئڻ،
مٿيءَ منجهہ آخر ملائي ڇڏيندي.

هيءَ ڇوڪري مونکي چاهي ڇڏڻ ٿي،
مگر ڏُور هرگز هلي ڪونہ ويندي.

اجا گيت بارش شروع هاڻي ٿي آ،
نظم ڪبترا، ڪيتريون وايون ڏيندي.

آڏيءَ رات تائين منهنجي گود ويهي،
ڪري ڪيچلون مونکي ٿهڪن ۾ نيندي.

ڪيڏي آهي سندر، ڪيڏي آ ٻاجهاري،
اوتي منهنجي ڇپڙن ۾ امرت پريندي.

وشال آسمان مان ڪئي تارا توڙي،
الائي ڪهڙا ويس آهي ڍڪيندي.

دنيا هڪڙي ناٽڪ منڊلي ماڻهو سڀ فنڪار،
ڏاڍو گابو، درزي، واڍو آهن هي ڪردار.

ڪوئي ٿائرن ۾ چيتاڙي، ڪوئي ٿائرن ۾ ڇٽجي ٿو،
پنهنجو پنهنجو رول ادا هي ڪن ٿا اداڪار.

ڪي جيوت ڇڪلن ۾ پلجن، ڪي گٽرن ۾ ساهه ڏين،
۽ ڪي جيوت محلاتن ۾ پلجي ٿين شاهڪار.

ڪي ماڻهو بگهڙن جهڙا ۽ ڪي ماڻهو هن باز،
هرڪو پنهنجي وس آهر هِت ڪيڏي پيو شڪار.

جيئن ڇڪلن ۾ جسم وڪامن تيئن نوٽن تي سگهه ڇڪائي،
عزت جو ٿا واڪ لڳائن هتڙي شاهوڪار.

ڪوئي جاڳي گيت لکي، ڪوئي گيت چپڙن ۾ اوتي،
۽ ڪي ماڻهو ڏنون ناهي بڻجن موسيقار.

مان پي هڪڙو فنڪار آهيان، مان پي ٿو جوهر ڏيکاريان،
پر منهنجي ڪردار لئه آهي ماڻهن وٽ ڏڪار.



ٻـل چمـڻ کـان نـہ پـل مڙيـا آهـن،
نيـن ڪبوتـر جيـان چڱيـا آهـن.

هـُو ڏس ڪئـن هـوا جي جهوتـي تـي،
بـہ قـول پـاڻ منجهـہ پڪيـا آهـن.

ڏس ڪينجهـر جـي نيـري چـادر تـان،
پکـي جـوڙا تـي ڪـي اڏيـا آهـن.

مـون جنهـن بـہ چيـز تـي هـٿ رکيـو،
هـٿ ان تـي مـاڻهن رکيـا آهـن:

اسـان تـہ پنهنجـن نيڻـن ۾ او سـکي،
تولئـہ محـلات ڪـي اڏيـا آهـن.

تـو لڙڪ سـارا ورتـا هـن سـوئي،
ٿهـڪ لاڪـرز ۾ بچيـا آهـن.

---

نشانا چپن جا



پريـــن شـــهر شمشـــان بڻـــائي ويـــو آ،
مـــزو زندگـــيءَ مـــان ڇـــڏائي ويـــو آ.

هئـــي آس بـــادل جيـــان دل تـــي وســـندو،
مـــگر آس هـــر ڪـــا جلائـــي ويـــو آ.

اســان جــي محبــت، اســان جــون وفــائون،
گهـــاريل گـــڏ گهڙيـــون پلائـــي ويـــو آ.

رولاڪ چنــڊ ســان اســان ســاٿ ڳنــ ،
ســڄي رات هــُــو پــي نيــائي ويــو آ.

خانـہ بدوشن جان مرڪون هون اُينديون،
اهـــي پـــي ڪـــڏهڪو لـــڏائي ويـــو آ.

تون جي ڪنهن ٻار سان ٻه مرڪين ٿي،
وڃان جلي ٿو مان جلڻو آهيان.

محبتون تنهنجون بس مون لاءِ هجن،
مان تہ توکان اهوئي ٿو چاهيان.

ها مان ڪا لهر هان سمندر جي،
ڪنارو ٿيءُ تون منهنجو جانان.

ستئي اندلٺ جا رنگ چورائي،
تنهنجي تصوير هڪڙي ٿو ٺاهيان.

آ محبتن جو چرچُ من منهنجو،
ڪرڻ تنهن ۾ تنهنجي سيوا چاهيان.

مان نوڙتن جي شهر مان هاٺي،
ڳاٺ اوچي سان ڏس نڪتو آهيان.

ذات جيئڻ آ مونکي سيکاريو،
ڪنهن جي آڏو ڪڏهن جهڪيو ناهيان.

---

●

چپ صدين کان چڻ سڪل آهن،
هڪڙي چميءَ سان آلا ٿي ويندا.

جي تون ايئن ئي رٺي رهندينءَ،
لوڪ جا مٺا ڀالا ٿي ويندا.

هاڻي مل يي ڪٺي تون ۽ سانئڻ،
پير ڳولها ۾ ڇالا ٿي ويندا.

مون هي تولئه گل رکيا آهن.
تنهنجي ڳچيءَ ۾ مالا ٿي ويندا.

تنهنجي نيڻن مان لڙڪ جي ڪريو،
جام امرت جا پيالا ٿي ويندا.



نشانا چپن جا تو ڳل تي چٽيانءَ مان،
جيئن پرت سهڻو تي پٽ سان پرين تون.

مونکان ڏور جي تون هلي پي وڃين تي،
چٽي ياد ٻڌجي تي مونڏي اچين تون.

سڄو ڏينهن منهنجين اوجاڳيل اکين ۾،
سمبارا تون ٻڌجي نچين تي نچين تين.

سڄي رات مان گڏ چند ساڻ جاڳان،
ڪڪرن جان تي پيئي دل تي وسين تون.

تي مهراڻ موجون چڪتاڻ سان گڏ،
اندر ولولو پيئي آئي مچين تون.

جڏهن ياد توکي ها منهنجي اچي تي،
لکي نانءُ منهنجو تي هٿ تي پڏين تون.



منهنجي خوابن کي تو چارو گهرجي،
جيون سفر لئه سهارو گهرجي.

ماڪ، گل، چنڊ ۽ تارا گهٽ هن،
بس پرين مونکي تو پارو گهرجي.

ماءُ مايوس آ ته ڪيئن لاهي،
ٻار کي راند لئه تارو گهرجي.

ٽڙڪندي سيءَ ۾ مليو هئين پرين،
ڇا ملڻ لئه وري سيارو گهرجي؟!

چنڊ جي گود ۾ تارو جهلندو،
ڇپ جي هيٺان تر ڪارو گهرجي.

گل چٽيندا ته گوئيچ پيئي ڦٽندا،
پيار ۾ روڳ جو پارو گهرجي.



عشق جو جام پي ويا آهيون،
ڏاڍا بدنام تي ويا آهيون.

خيال سڪڻو اسان جو هو اهڙو،
جيئري گمنام تي ويا آهيون.

ماڪ جو آخري ڦڙو آ چئڻ،
اهڙو انجام تي ويا آهيون.

سچ جيون جو لهڻ تي آهي،
سرمئي شام تي ويا آهيون.

شاعريءَ شوق ۾ وڌو اهڙو،
صفا ناڪام تي ويا آهيون.



ذهــن مفلــوج تــي ويــو آهــي،
خيــال هــر پــورُ تــي ويــو آهــي.

عشــق جــو زخــم هــوڻ ننــڍڙو هــو،
هــاڻي ناســورُ تــي ويــو آهــي.

ڏانــد ٻڌجــي جيــون جــي گهــاڻي ۾،
مــاڻهو تــه چــورُ تــي ويــو آهــي.

گيــت ڪنــدن جيــان انــدر تــو چلــي،
ٻيــر جــو پــورُ تــي ويــو آهــي.

دل ننــڍڙيءَ جــو مقــدر هــاڻي،
تــڙپ ۽ ســورُ تــي ويــو آهــي.

لکــي لکــي جــوان هــي ســاعر،
ڏســڻ ۾ جهــورُ تــي ويــو آهــي.

وشــال ســونهن ڏســي تڙيــي تــو،
ڪيــڏو مجبــور تــي ويــو آهــي.



لوڪ سارو ٻيو فرشتن جيان،
وشال هڪڙو بس خراب آهي.

پيار جو فارمولا منهنجي لئه،
آلجبرا جو ڪو حساب آهي.

هُو نه مونکان سگهيو آ وسري.
منهنجي جيون جو هڪڙو باب آهي،

وڇوڙي آڳ رت ۾ دوڙي ٿي.
دل جي ڌڙڪن بڻي رباب آهي.

تنهنجي دوستيءَ مان مونکي مِلي،
مليو هي ڪيڏو ڏس عذاب آهي.



مونکي تو سان پيار تي ويو آ.
چڻ وڏو ڪو گناهہ تي ويو آ.

تون نيڻن کي پڙهي نہ سگهئين،
شخص هڪڙو تباهہ تي ويو آ.

لوڪ جا طعنا هن تي برسن،
هوُ آ چپُ چپ پاهہ تي ويو آ.

تنهنجون يادون کيئن ڇڏينديون،
اسان ۾ هڪڙو ناهہ تي، ويو آ.

گيت شعلن جان ٻري تا نڪرن،
عشق منهنجو آڙاهہ تي ويو آ.

قلم نہ پيجان مري مان ويندس،
منهنجو ان ۾ ساهہ تي ويو آ.

منهنجا چپ تي نوٽ ڌرتي ويا،
مرڪ جو تن تان ڳاهہ تي ويو آ.

رات ياڪر ۾ پري روئي پئي،
وشال اهڙو چاهہ تي ويو آ.



مــوت هكـــڙو پيـــرو ئـــي مـــاريندو،
آ ڏكـئـــي نـاســـور جهـــڙي زندگـــي.

مـوت هنكـي پيـار ٿـو كيـڏو كـري،
چـا آ هـُــن لئـ حـور جهـڙي زندگـي.

بـُـــوءِ دردن جــي، اســان جــو جيـــون،
۽ آهـــي كـــافور جهـــڙي زندگـــي.

اوچتــو كنهــن ڏينهــن اڏامــي وينــدي،
آ پريــنءَ جــي پـــُــور جهــڙي زندگــي.

شــل هجـــن تـــارا اوهـــانجي جهـــول ۾،
مـــاٺيو انبـــن بـــور جهـــڙي زندگـــي.

يـا خـدا تـون نـ سـا كنهـن كـي ڏجـان،
بــي سـهاري جـُــهور جهـــڙي زندگــي.

●

ڪتي ملي وجي جيڪر مونکي،
پري پيڪر جي تلاش ۾ آهيان.

ڪيترو آنءُ اجا پٽڪان پيو؟
ننڊڙي گهرجي تلاش ۾ آهيان.

جتي سرگوشي هوا پئي نہ ڏئي،
اهڙي برجي تلاش ۾ آهيان.

تنهنجي سوالن ڪان ڪيئن نٽايان مان،
آنءُ پر جي تلاش ۾ آهيان.

جيڪو منهنجي سڪل چپن تي وسي،
تنهن ڪڪر جي تلاش ۾ آهيان.

خدا جو ڏڳ ها جتان نڪري،
دل جر جي تلاش ۾ آهيان.



پلي ڪيترو پي لڪائڻ تا چاهيون،
اکيون راز دل جا ٻڌائي ڇڏن ٿيون.

اگر پيار نيٺن سان گهرجي تو ڪنهن ڪان،
اکيون التجائون اگهائي ڇڏن ٿيون.

اسان جي مقدر ۾ پٽڪڻ لکيل آ،
اکيون ڪي تڏهن ئي رلائي ڇڏن ٿيون.

جڏهن چپ ڪُوڙو مرڪڻ لڳن تا،
اکيون ڪيڏا ڳوڙها لڪائي ڇڏن ٿيون.

اکين کي ٻه ڏاڍيون عجب عادتون هن،
اکيون سونهن دل ۾ سجائي ڇڏن ٿيون.

ڪڏهن سونهن پوڙهي ٿئي ئي نٿي،
اکيون ئي رڳو ٻس پلائي ڇڏن ٿيون.



جهان ۾ هوءَ بس وڃي آهي،
حور ڪا چڻ تہ پدمڻي آهي.

جهول مان پيار لئہ جهلي بيٺس،
پڪي ڦل جيئن هوءَ ڇڻي آهي.

پنهنجي هٿ سان هوءَ پري پهراڻ،
مونڏي آئي تہ اڄ ڪٽي آهي.

مان اجارو هان نوٽ ڌرتيءَ جيئن،
مرڪ تنهنجي تہ مينهن ڪڻي آهي.

ڪيس انسان آ ڏٺيءَ ناهيو،
مونلئہ خوشين جي خود ڏٺي آهي.

اڄ ڏاڍي اداس پاسي تي،
سرخي، سرمو نہ ڪيس ڦٽي آهي.

ڪا بچي ناهي ڏس خوشي مون وٽ.
ڪير ڏاڙو ويو هڻي آهي.

خوشيءَ سان وچڙي وڃون بهتر آ،
ڪنهن پلا زندگي! ڳٽي آهي.

ڇوي تي پيار مان چمان توکي!
دل منهنجي ڪا هرکڻي آهي.

وشال بيو نئو گهري توکان،
تنهنجو ملڻ ئي ڳالهہ گهڻي آهي.

---



دور ٽوڪان جو ٽي ويو آهيان،
آءُ ساڳيو اهو رهيو ناهيان.

منهنجي اندر ۾ مرڪندو هو جو،
اڄ اهو شخص ته ڳولڻ چاهيان.

مونکي هي دوست پيا ٽوڪين ٿا،
تنهنجو اسڪيچ ڇڻ خيالي ناهيان.

مان اڪيلو هي پيڙ دردن جي،
ڪو ستارو خوشيءَ ڪٿان لاهيان.

جان ٽوڪان پري سوچيندو هان،
خالي ٿبڪو هان پيو پلا چاهيان.

ضد بارن جهڙو ڪيو آ هُن،
ڪنهن سان نہ هُن سوا ڳالهايان.

جڏهن کان ڪيس اک ڏنو آهي،
حسن جو پيو ڪوئي پتو ناهي.

گلاب، خوشبو، ماڪ ۽ مرجان.
سنڌءِ پيرن جي دز تيڻ چاهي.

اڪيلي گهر کان جيئن نڪري ٿي،
دلين جا ٻاهه رستي تي ٻاهي.

ڇپائين فون تي فوٽو منهنجو،
فريم ۾ رکيو آ هن ناهي.

جڏهن کان هن ڏسڻ ڇڏيو آ ڪيس،
آئينو تي اداس ويو آهي.

ڏم جا مهٽا ڪيس مارن ٿا،
تڏهن مونسان ملڻ نٿي چاهي.



تون جي گڏ آن چانڊاڻ ۾ آهيان،
نہ تہ اونڌهہ ڪاراڻ ۾ آهيان.

توسان ڳنڍيو اڄن تا ڳالهين ۾
بي نام اڄ واڪاڻ ۾ آهيان

مونلئہ لازم تون، پيٽ لئہ ديوتي،
بينو يڪسان مان ڪاڻ ۾ آهيان.

ڪالهہ ڪان تولئہ ڏاڍي تڙپي ٿي،
دل ميڇريل ماڻڏاڻ ۾ آهيان.

ريشم بازار، ريشمي گوريون،
بينو يادن سنڌاڻ ۾ آهيان.

وقت مونکي ائين پئي پيسيو آ،
ڇڻندو رهيو مان ڇاڻ ۾ آهيان.



اوهانجي پڇاڻان خوشيون سڀ ڇنيون،
راتو ڏينهن اکڙيون منهنجون رت رنيون.

اوهان ايئن وساريو، صفا ڇڄ تہ ڇاڻو،
اوهان کي ڪري ياد، پٽيڙيون پنيون.

خدا ڪان اوهان کي ئي گهرندا رهياسين،
حياتي سڄيءَ ۾ جي دعائون پنيون.

محبت جا تالا ڳنڍي ڇپ ڇڏيندا،
ٽين چار ڇپ جي، تہ ڳالهيون ڪنيون.

حياتي سڄي مان اڪيلو رهيو،
* سارس هجان ڇڄ مان دليون ڏنيون.

هيءَ منهنجي محبت ۾ عادت رهي،
جفائون وني مون وفائون ڏنيون.

سارس = ساهہ جي موت بخشيندڙ بيماري



بند ڊائريءَ ۾ رکيل هي هڪڙو گلاب،
ساڀيان کان رنل ڄڻ ڪوئي خواب.

ڪنهنجو فوٽو لڪائي هُو ڏسندو رهيو،
ماءُ سمجهيو پڙهي لاڏلو ٿو ڪتاب.

مونکان منهنجي محبت وڃائجي وئي،
ڪم مونکي نہ آيو هرگز حجاب.

چيومانس ”وڃڙي پلا چين ملندئي؟“
ورائي منهنجو سوال گهريئين جواب.

سڄي رات سوچون، مٿي منجهہ سُور،
ڏنويو نرڙ جيئن وڄي ڪو رباب.

سڄو شهر آ معتبر معتبر،
سڄي شهر ۾ مان ئي هڪڙو خراب.

نہ سگريٽ دونهين ۾ منجهيو ماحول،
جو گهنگهرو وڳا ٿي، پيي جهوميو شباب.

جيون ۾ ڪوئي نه رنگ آهي،
اجهائي دل جي امنگ آهي.

رڪي مون دل تي ڪن چيائين،
وڃي پيو پيار چنگ آهي.

خيال ۾ هوءَ ڪلي رهي آ،
شاعر چپن تي ترنگ آهي.

تنهنجي چپن جي پهن سان ڇنندو،
تنهنجي ئي نيڻن جو ڏنگ آهي.

خوشيءَ مان هرڻي ڇالون هڻي تي،
تنهنجي هلڻ وارو ڍنگ آهي.

پرين اوهان جي سونهن پڃاڻان،
مثال بئي جو دنگ آهي.

سواءِ تنهنجي خوشي مون وٽ،
بڙي جو خالي انگ آهي.

هجن زنجيرون تہ توڙي ڇڏيان،
مگر هي ذلفن جو ونگ آهي.

پناهہ ڪاتي ملي سگهي تي!؟
بيلو نہ ماڻهن جو جهنگ آهي.

لتاڙجي ويندو مون جيان هي،
پڇي ڪريو ڪٿ ڪ سنگ آهي.



ڪيتــرو موهــي پئــي تــي عڪــس م،
تــاچڻي آهــي محــو جــا رقــص م.

ڪونــ فطـرت ڪـي متينــدو چابــ تئــي،
آ ڪميتــائپ رهــي جنهــن نفــس م.

جيتــرو چــاهين تتــي نڪــري ســگهين!
مــون رکيــو توڪــي آ دل جــي قفــس م.

دل تڪر تــا ڪــوڙ مــاٿهو پيــا بــ ڪــن،
ســوچ تــون جــان وفــا برعڪــس م.

تــون پلــي تــ چئــ مٺــو گلقنــد ڪــي،
وڌ آ مٺــاڻ چپــن جــي چــس م.



مَٽَ مَٽي تي جوان ڪولهڻ، پاڻي پرڻ لئه وڃي رهي آ،
گجر لڳي ٿو دلين لابارو، نظر تڪي سان لڳي رهي آ.

ڪڪاوان جهوپا، واريءَ تي پيرا، هتي ڪري ياد منهن ميرا،
اڪرندي هوءَ رودِ هي ڪارو، وڪ وڪ تي چڻ ڇٽي رهي آ.

عاج چوڙيون چئي رهيون ٿس، اجهو آيو هُو ڍول تنهنجو،
ٻچيءَ مان ڪاوا ترورا ڪن، آئيني تي ڏئي ڦٽي رهي آ.

ڪڏهن جي هوءَ چرڪي پوي ٿي، پوتي ڏندن ۾ چڪي ڊڪي ٿي،
معصوم مرڪن سان موهيندي، مون دل کي ڏاڍي وٺي رهي آ.

گهر کان ويندي ڪاليج ڏي، سڪين جي وچم ڪيڏي نهي ٿي،
منهنجن خيالن ۾ اڄ به هوءَ، هرڻ جان ڇالون هڻي رهي آ.

بيزار آهي گهر کو هنڪي ڏنو نه منهنجي شاعري آ،
وڃي سازيندي باهه ۾ سپ وشال پنا ڪٽي رهي آ.

٧٤

ديوار شڪ جي ڍهڻ گهرجي،
ڪجهه تہ اعتبار ڪرڻ گهرجي.

سال ناراضگي ۾ گذري ويا،
جان هاڻي تہ بس نهڻ گهرجي.

ننڊ اوجاڳي کي ٽڪايو آ،
اکيون ٻوٽي ڪٽي سمهڻ گهرجي.

گلن جا هار ويندا مرجهائجي،
هار ٻانهون ناهي ملڻ گهرجي.

پيار جي انتها اها آهي،
پريوءَ گهر يت بہ چمڻ گهرجي.

رومانس خودڪشي جو آهي ڇا؟
اهو ڄاڻڻ جي لئہ مرڻ گهرجي.

---



گوڙ جي آواز تي ڏچندي رهي،
چوڪري جا مينهن ۾ پسندي رهي.

ڪنوڻ پي لاتو وڏو اڄ زور آ،
تيز آنڌي وڻن سان وڙهندي رهي.

ڪير يي هنڪي نه پنهنجو تو لڳي،
ميڙ ماڻهن منجهه هوءَ ڏسندي رهي.

پيار جو جادو ڪيو آ تو مونتي،
ڳالهه هنجي ڪنن ۾ وڄندي رهي.

ڪو پتنگ آيو نه هُنتي پچڻ لئه،
شمع تي اڄ موم آ برندي رهي.

شايد هنڪي پيار آ مونسان ٿيو،
پيار جا پتر مونکي لکندي رهي.

نيٺ هن يي خودڪشي ڪري ڇڏي،
دل جا هئي سور ۾ دڪندي رهي.



گلابي پتيون ۾ ستارن جا رستا،
تين شل پنهنجي پيارن جا رستا.

ڪتابن جي پيجن ۾ اٽڪيا رهياسين،
پسيا پيا نه نيڻن نظارن جا رستا.

وڄي فون گهنٽي، اچي شل ٽپالي،
تڪيا پئي اسان انتظارن جا رستا.

اڳي جت موتيا وچايل ها ملندا،
اهي ٿيا بدلجي اڄ خارن جا رستا.

ڇري دل سفر کان مڙي ٿي نٿي،
لڪون تو ڙي آهن جي پارن جي رستا.

اوهانکي ڪتان ڏيون گلابن جون مکڙيون،
اسان کان ويا وسري بهارن جا رستا.

---

نشانا جبين جا



مجان تو پيار کان منهنجي نہ دل تي خالي آ،
توڙي جو توکان ڳالهائڻ ۾ خشک سالي آ.

رنو هان آءُ وڇوڙي تنهنجي تي منهنجي مني،
اڃا يي چولي جي دامن هي ڏس تہ آلي آ.

چند جي پرسان اهو تارو آ، يا پليو هان؟
پر! تنهنجي کن ۾ ايها لڙکندڙ تہ والي آ.

ها اها قار نارنگي جهڙي ڳاڙهي چاهي؟
تنهنجي چپن جي جانان سرخي نہ پر لالي آ.

سهان مان ناز سندس، نازُ* تي هزارين پر!
ملي نہ مونکي! اڃا کائي کتي بالي آ.

وفا تي شوق منجهان کو وفا کري ئي نٿو،
وفا جي راهہ جو تہ بہ هي وشال سوالي آ.

* - مير علي نواز ناز



جاڳ ۾ بينا چڻ تہ خواب ڏسون،
چنڊ کي ڏسندي، هُو مهتاب ڏسون.

ننڊن جا پنچي سڀ جلائي وجي،
تنهنجي اکين ۾ رڳو تاب ڏسون.

واڌو تو کير تئي، کير کاتو؟
وفا جو کيو تہ هي حساب ڏسون.

ڇڏي تو بوڙي يا ويندو لوڙهي،
ڏکن جو آيل هي سيلاب ڏسون.



آزار عشــق کـي نـــ دوائـــن بـــ ڏنـــي مـــات،
بيمـــــار کــــي نــــ آيــــو آرام ســــڄي رات.

پـــاڳل وجيـــن نـــ ٻـڄـي، هـــُــن آ ڇيــو ڇــڏيءَ ڏي،
پيــــار، ســــونهن ســپنا، اجـــائي ســـچ بــــات.

ڪوشش گهڻي ڪئي مون، مونڪـان نـــ پر وسـريا،
پـــار پريـــنءَ جـــو ۽ يـــادون ســڄڻ جـــي تـــات.

جهوپــو ڊهــي پيــس هــوءَ ڪـڪـن ڪـي رهـي ڏســندي،
بـــي يـــــار مددگــــار، هـــوا تيــز ۽ برســــات.

محبـــت نـــ زاهديـــت ۾ ماڻيـــسين ڪاميـــابي،
بيڪـــار ويـــو جيـــون بگڙيـــا رهيـــا حـــالات.



اوهان دل اسان جي ڇڏي ٽوڙي جانان!
ٽوري ڳالهه تان ايئن منهن موڙي جانان!

رڳو ناناءَ تنهنجي تي دل ڌڙڪندي پئي،
پلي رت رڳن مان ڏس نهوڙي جانان.

ڪا ڪاغذ جي ڪشتي پنهنجو چاهه هو،
تو ڪاوڙ طوفان ۾ ڇڏي ٻوڙي جانان،

سمهڻ ڏئي نه مونکي تتي ءِ ٿڌيءَ ۾،
سري دل اوهانجي پنيان ڊوڙي جانان.

مونسان گڏ هجين تي تون احساس ٻڌجي،
پري تي پانئين پاڻ کي ٽوڙي جانان.

تنهنجو عشق آوي تي اندر ٻري تو،
ءِ باز ٻڌجي، مون دل روڙي جانان.

اسان ٽٽندا، وکرندا ئي رهيا هون،
اڃي پيار ميجڪ سان ڪو جوڙي جانان.

اسان کي لڳي تو ائين سارو جيون،
گذاري ڇڏينداسين پٽوڙي جانان.



نيٺ مونکي بہ رڻ ۾ رولي وئي
راز هوءَ پنهنجي دل جو کولي وئي

پيار منهنجي کي سمجهئين کيڏوڻو
راند ڪافي تي لفظ ٻولي وئي

مان اڪيلو رهيس ويرانين ۾
پاڻ خوشيون بہ ڪٺي تولي وئي

مونڏي آئي تہ برف وانگر پر
ڇڏي وئي تہ مثل جهولي وئي

رات منهنجي هئي نند ڦٽائڻ لاءِ
ياد هنجي بہ هولي هولي وئي.



خوابن جهلملايو آ
ڪڙو يادن هلايو آ

سندءِ سوچن هندورن ڪي
هوائن اڄ جهلايو آ

نه هئي دردن سڃاڻپ ڪا
وڇوڙي اڄ ملايو آ

اسانجي عشق آوي تي
اسان پئي جلايو آ

اسان جسمن جي پوڄا ۾
جيون زاهد رلايو آ

چريو تي آزمائڻ لئه
وشال هي تر ڪلايو آ



اڙي جانـــان منهنجـــون اکيـــون آئينـــو
پنهنجـا عڪـس سـهڻا تــن ۾ ڏسـين جـي

آهيــن حـــور ماهـــ لڪـــا، مهـــ جبيـــن
ملـــي ســاٿ تنهنجـــي ۾ جنـــت مونڪـــي

تنهنجـي سـونهن کـي ٿيـون هوائـون ڳـائن
ســتارا تــا ســاراهـ کـــن ســج لٽـــي

تـــون.رابيـــل، راڻـــي، گلابـــن ڪلـــي
مـــان پوئـــرو اچـــان تنهنجـــي خوشـــبوءِ تـــي

ـــرن آهيـــن ســـحر، هـــا مونلئـــ مئـــي
ڪيئـــي خـــواب وشـــال تولئـــ ڏســـي



حسين چنڊ ستارن کان تون گهڻي آهين
بيسرو دل ۾ تنهنجو آهه دل ڏڻي آهين

خدا تہ توکي ناهيو حور جنتي هو مگر
تون ئي خدا کي چئي ڄڻ پري بڻي آهين

ايڏو حسين دنيا کي بڻايو تو آهي
ڪڏهن تہ پن سڪل وانگي تون ڇڻي آهين

مان بوتو رڻ جو آهيان ۽ پٽ واريءَ جي
تون ڪکر گهاٽو، مونلئہ مينهن جي ڪٽي آهين

نڪري گهر کان ڏسان ميلو تو حسينن جو
مگر سين مان مونکي جانِ تون وَٽي آهين.

●

پيار کان جي هن عاري ماڻهو،
ڪينسر ڪوڙهه بيماري ماڻهو.

سونهن سندرتا وارا تين تا،
نيڻن لاءِ بهاري ماڻهو.

دل جا اجرا چند جيان ڪي،
ءِ ڪي رات ڪاري ماڻهو.

ذهن، ضمير جن جا وڪاڻا،
تاريخن لئه خواري ماڻهو.

ديس جي سگهه ءِ شان آهن،
لوهر، مزدور، هاري ماڻهو.

آسانيءَ سان دل کي ٽوڙي،
چوندا ويري ساري ماڻهو.

تتر مارائي تتر ڪي تو،
سڌجي رڳو ماري ماڻهو.

عشق ڪيڏا ماڻهو ڪنا تي،
آهين جڻ تاتاري ماڻهو.

سچ جي جيڪا جنگ ڇڙي آ،
صديون رکندا جاري ماڻهو.



اسان تنهنجا نہ سهي تون پلي نہ پنهنجو ڪهہ
پلي نہ پيار ڏي، پيار پر هي وڻندي رهہ

جسم تہ توکان بہ سهڻو ملي تو ڏوکڙ تي
مگر تو دل ۾ رهڻ جو پکو آ منهنجو پهہ

ٻڌاءِ مرکي ڳالهائڻ ۾ تنهنجو ڇا ويندو؟
ٿوروئي منهنجي مڃي، ٿورڙو ضد تان لهہ

اجايو حسن، جواني بہ هيءَ ڳري ويندئي
عشق سان وير ڇڏي هاڻي ڪٺي ان سان نهہ

اگر جي چاهين، نہ بدنام پيار تنهنجو ٿئي،
شال درد ملئي جيڪو پي تہ ڪلندي سهہ

زندگــي جــي آخــري حــد تــي آهيــان
هــر قــدم تــو مــوت ڏي هــاٽي ڪاهيــان

دل ســـندي ديـــوار رنـــگ آرت جـــو
تنهنجـا ڪئـي اسـڪيچ تـو وينـو ناهيـان

ڪـو سـڏي ڪوئـي تـہ ڪوئـي ڪيـر تـو،
ڪـا خبـر نـاهي تـہ آخـر مـان چاهيـان

فـون جـي گهنٽـي وڄـي تـو سـاھ پئـي
رموٽـي ڪـو تنهنجـو رانديڪـو آهيـان

هـڪ لغـڙ ڦـاٽو مڙيـا سـؤ ٻـار هـن
چاهنـا هـر ڪنهـن تـہ اهـو مـان لاهيـان



تنهنجـــي ســـونهن جـــو توكـــي آهـــي قســـم
ســـنيالي تـــون ركجـــان منـــي هـــر قـــدم

اهـــو خيـــال توكـــي تـــو ڏســـندي تئـــي
تـــون ئـــي ســـونهن ديـــوي، تـــون حـــُورنِ جنـــم

رڳـــو تنهنجـــي خـــاطر اي جـــان جـــگر
ســـڄو تـــسَـــر آ تنهنجـــو مونلئـــ محتـــرم

هجـــي پيـــار كـــان خـــالي دل نـــاهي ســـا،
نـــ انســـانيت كـــان ســـواءِ كـــو ڌرم

پلـــي پنهنجـــي منهـــن تـــون نـــ ڳالهـــاءِ پـــر
مـــاٺهن جـــي ســـامهون تـــ رک كـــو پـــرم

ســـڄي لـــوک ۾ تـــون مـــان مشـــهور هئـــون
مـــان وشـــال شـــاعر، تـــون ســـپ كنهـــن صنـــم

●

ديوتائي دؤر ۾ ڪا سونهن جي ديوي هوندي،
۽ جنت الفردوس ۾ راڻي حورن جي ٿيندي

ساز تي ڇيڙي وڃي ڪو ٻول ٿي ٻولي وڃي،
هوءُ ساهه تڏڙا جي ڪٺي خوشبوءِ آ تحفا ڏيندي

هوءَ اوچتو مونسان ملي ۽ نيڻ آڳر تان لنگهي
مون ڪونه هو سمجهيو ڪڏهن، دل اندر ويهي ويندي

مون ديد دڳ ۾ آ ڪتل پر هوءَ نه آئي آ اجان
هاڻي اڪيون ٻوٽي سمهان، پڪ خواب ۾ مونڏي ايندي

هر آرزو ٻڄي چتا، آ اکين ۾ جلندي رهي،
پڪ ساڻ هيءَ محبت منهنجي، هرڪا خوشي مونکان نيندي.



ڏونگرن کي تہ هونئن مان ڏري تو سگهان
ڪونہ توکان رهي پر پري تو سگهان

گيت، غزل ۽ وايون مان تولئہ لکي
سونهن تنهنجي امر هيءَ ڪري تو سگهان

يار تولاءِ پٿون جي تين تا تہ تين!
پير تولئہ تتيءَ تي ڏري تو سگهان

سارو پاڻي هتن مان وجي تو وهي
ڪانہ دعا يي تہ بڪ ۾ يري تو سگهان

بي نہ خواهش رکي تو سوا اي پرين
پنهنجي دل کي بہ هاڻي سري تو سگهان



تـي ويـم پوڙهـو منهنجـي انـدر، وينـل تــ بـــ هــڪ ٻـار
جيڪــو چــاهي توڪـي پارايــان، مــان پــانهن جــو هــار

مــون هــا گــل پلانــد ۾ آڻـي، هــر ڪنهــن کـي تــ ڏنــا ۽
پنهنجـي جهولــي خــالي رکيــم نيڻيــن خـواب جــي چــار

ڪنهن نــ حسـينا مـڙي ڏنـو ۽ مـرڪ جـو مونکـي موتـي ڏنـو
مـون ئــي اجــايو هــر ڪنهــن تـي، رکيــو پئـي دل جــو عــار

نــانءِ منهنجـي کـي ٻـڌي ڪــري تــي منهــن پاســيرو هــوءَ
هنيــانءَ تــي الثــي ڇــڄ آ هنجــي، ســيني مٿــان ڪــو بــار

خوشــي تـــ آهـــي ســپنن ديـــوي، رنـــل ڪـــا محبوبـــا
پـــر هـــيءُ منهنجـــو ننـــديڻ لاڪـــون درد پڪـــو آ يـــار

مونکـــي پيـــار جـــو قيـــدي ٻڻـــائي ڇـــڏن کيـــو قـــابو
نيڻـــن کولـــي، ڇپـــن جـــون ڪڙيـــون ۽ واســـينگن ڄـــار



سدائين اوهان لئہ رهن اکيون آليون
ڏسو ڪيڏو ڏکيو ٿا جيون هي جاليون

آهي چنڊ چوڏهينءَ جو چهرو هي تنهنجو
۽ چمڪن ستارا تنهنجي ڪن جون واليون

وٺي تنهنجي ساڀي سهيلي ٿي مونکي
ڪري سونهن تنهنجيءَ جي جيڪا ٿي ڳالهيون

نئون سال عالم لئہ خوشيون آڻي شل
۽ ٿولاءِ مونلئہ ٻہ عيدون، ديواليون

ڳلن جي زمين ساري ٻوڙي وجي ٿي
وهي ڍنڍ نيڻن جي ناهي جو ناليون

●

اٺي تو زمانو ٿندا ٿير جانان
سنيالي تون رکجان، پنهنجا پير جانان

ماضي آ گهاٽو، وڏو پير جو وڻ
مان ڏوڙيان پيو ڪٿا، مٿا پير جانان

سکل پن هوا تي اچن ڪڙڪندا
پائي ڄڻ اچين تون پٺي ڇير جانان

سدا پاڻ ۾ ڏند سجائي رکن ٿا
مٿايان ڪيئن نيٺن سندي هير جانان

مان وشال امير آهيان همي ڏس
جو دردن جا مون وٽ آهن ڍير جانان



وري يــاد جـون هــن گهـــُـليون كــي هوائــون
۽ دل جـــي كنــدر ۾ تيـــون گونجـــن صدائـــون

نكـــو ضــد توئــي چــڏيو ۽ نـــ مـــون ئـــي
اســـانجي وڇـــوڙي ســـبب تيـــون انـــائون

ڏاڍو شـــور لهـــرون كنديـــون تيـــون اڇـــن
۽ موتـــڻ ۾ خـــاموش، كهڙيـــون معنـــائون

نـــ ئــي پيــار ڏئيــن ۽ نكــو تــي ڏكــارين
عجـــب تنهنجـــون آهــن منــي هــي ادائـــون

نـــ ئــي چيـــت جــو چنــڊ تولئـــ ڏســي تــو
نـــ نيـــاپوكڻي تنهنجـــو آيـــون گـــَـــهٽائون

مون پن چڻ كان پڇيو، مون هِـيرَن كان بـُـڇيو
كيون كاڙهي، پـاري كـان تنهنجون بـُـچائون

نـــ جـــُـــڙيو نصيـــب ۽ نكـــو درد گهـٽيـــو،
رهيـــون بـــي اثـــر كـــُـــل دوائـــون، دعـــائون



ڪئي تنھنجي اکڙين شرارت پرين
ٻئي پيار جي دل عمارت پرين

مونلئہ ھوندي خوشين جو پيغام آ
لکيل تنھنجي ھٿ سان عبارت پرين

ڪسيان توکان دل جيئن تون تي ڪسين
مگر آ نہ مون وٽ مھارت پرين

جسم ڇا؟ ھر آدرش وڪامي وڃي
سکن ۾ وڏي آ حرارت پرين

مان ڪنگال شاعر نہ وٽندس توکي
ڪا گاڏي نہ مون وٽ وزارت پرين

اوهانجي اکين جون لڳيون تيز ڪانيون
لُـتائي ويناسين اسان هي جوانيون

ڪائي ڪونه ساپيان جو چوڳو سگهيون
ميون منهنجي سپنن جون ڪونجون نيرانيون

فرق ڪهڙو پوندو رهيس جي نه مان
سنيالي تون رکجان هي گيتن نشانيون

گهڻو پاڻ کي مان بچائڻ تو چاهيان
ڦاسايو وجن پر کي زلفن جون تانيون

ڪٿي سوني زنجير ۾ آ اهو؟
جيڪو پيار رکنديون آهن ڏاڳي ڳانيون



اڪيلو مان ڪمري ۾ اونده ڪاري
ڪٽي ياد جي مون آ شمع ٻاري

تنهنجي ياد جا سنگ ميڙيان پيو
آهيان قرض ورتل سنڌ جو هاري

مون خوشين جو سنسار ڪونهي ڏٺو
مگر تہ بہ منهنجو سفر آ جاري

چيو ڪنهن محبت ڪان بچ او چريا
اها لهر پاڻي ۾ مٽ تي واري

صفا پوءِ ماٺهو سو بيڪار آ!
سوا پيار جي جنهن عمر آ گهاري



توڪان فون جي ڪونه گهنٽي وڳي
تنهن تولئه ڏاڍي آ ڳڻتي لڳي

مون جنمن ڪان ڪاٽي اَسيري آهي
هر جنم ۾ سلاخون تي وارن چڳي

روئٽهارڪي ٽي وئي درد ۾
آهي سندس ٻانهينءَ ۾ چوڙي پڳي

اجها سنڌ جي هيءَ تصوير آ
نڪو تيل، سرمون، نه چوٽيءَ سڳي

مانٽي پيار. عشرت اهو تو وجي
جنهنجو ڪوڙ ايمان، مذهب نڳي

●

ويون آرزوئون ڇٽنديون رڳي
اسان ڪي نہ دل جي ملي ڪا جهڳي

سڄا وار چاندي تا تيندا وڃن
حياتي اڇي آهي پيريءَ پڳي

ڪيئي سونهن سنسار ڇهرا هئا
ڪبوتر هي نيڻن جا آيا چڳي

اسان درد دل جا ڳٽيون کهڙا کهڙا
ڦُلا تي اسانجي آهي دل ڀُڳي

جيسين شاهہ، سچل ۽ سامي آهن
هوندي سنڌ قائم تري ۽ تڳي

●

اکيون تو اکين سان اڙائي ويناسين
اسان هوش پنهنجو وڃائي ويناسين

متان چند ٻوڙها هي ڳڙندي ڏسي
لکي گهر جو ڏيئو اجهائي ويناسين

اوهانجي محبت جو انعام هن
زخم سمجهي "تمغا" سجائي ويناسين

پرين پيار ٿورو خيرات ڏيو
اوهان آڏو دامن وڇائي ويناسين



خوابيده قوم تي آ بيدار ڪجهہ نہ ڪجهہ
نئين باک جا تا ڏسجن آثار ڪجهہ نہ ڪجهہ

انسان خود تماشو، انسان تماشائي
انسان ڪيو آ دوزخ، سنسار ڪجهہ نہ ڪجهہ

تنهنجي رسڻ سان ٿئي، آزار ٻيڻو ٽيڻو
مرڪي ملين گهٽائين، آزار ڪجهہ نہ ڪجهہ

لفظن جادوگري تي، ڳيو، اجهو تہ ناهي
تيو آهيان شاعريءَ کان بيزار ڪجهہ نہ ڪجهہ

انسان سنو مونکي، شاعر بہ يلي سمجهو
ليڪن مان سچ ۾ آهيان، بيڪار ڪجهہ نہ ڪجهہ

طرحي غزل: طرح خوابيده قوم تي آ، بيدار ڪجهہ نہ ڪجهہ

●

تکا تيز لفظن جا پتر هڻي
تڏهن ٻي الائي ڇو هوءَ تي وڻي

نڪو پيار اقرار هوءَ تي ڪري
نڪو نفرتن ۾ ئي مونکي ڳڻي

رلائي عمرئي وڃائي ڇڏيندي
مون سمجهو هو جنهن لئه اجهو تي ڇڻي

مصيبت ۾ انسان وجهي آ ڇڏيو
ڪڏي ڪک مان آدم حوا کي ڇڻي

اهائي اسان لاءِ آ دولت گهڻي
سوين يادون تنهنجون غم هن مٺي*

مونکان ورد هنجو تہ وسري نٿو
ڪڏهن ڪاش وشال نالو ڪٺي.

* مٺي: ڪيترائي مڻ



نہ حور جنتي، نڪا مونکي پري کپي
رڳو انسانيت واري ھا دلبري کپي

نہ منھنجي ڪيسي ڪي ڏسي نڪو مھانڊي ڪي
جا منھنجي سادگي ڏسي اھڙي چري کپي

پٽر ھجي ۽ واچ جيان ٽڪ ٽڪ ڪندي رھي
ان ڪان چڱو آ ماس واري دل ٻري کپي

*قاضي ٻہ ڪوڙ ھتڙي درباري ڪوڙ آھن
ھن دؤر ڪي *اياز ۽ نئون *ھري کپي

*قاضي قادن، شيخ اياز، ھري دلگير



نيٺ ويندس سمورا هي ساٿي ڇڏي
ايندا منهنجي مٿي ڀي مٿيءَ سان گڏي

اي مٺي اڄ ٿي تون پيار منهنجو ٺڏين
پوءِ مونکي تون پوندينءَ ٺڪجي سڏي

هي هجر آ تنهنجو مونکي ڪوري پيو
ماس جيڪو نہ آخر ڇڏيندو هڏي

ٻيو نہ توکانسواءِ منهنجو ساٿي ۽ سڱ
هڪ سهارو آهين جيءَ منهنجي جڏي

●

تون آن چاندوڪيءَ جو احساس
سنهڙا سنهڙا چپڙا لالي

ڳاڙها ڳاڙها ڳل چمان مان
ڪاش هجان تو ڪنن والي

تو لاءِ مان ئي *ناز آهيان
آهين تون بہ منهنجي *بالي

ڪهڙو تنهنجو خواب ٿئو آ
اڪ آ تنهنجي چالئہ آلي

مونکي ڏاڍو ياد ڪنديون تون
پل تہ ڪر ها نفرت حالي

مون آ رکيو تنهنجي لاءِ
دل جو هڪڙو ڪمرو خالي

دل جي ڌرتي آهي بنجر
تنهنجون يادون مند جهڙالي

ناز: مير علينواز ناز- بالي: سندس محبوبا

●

بادلن جي رئي سان ڍڪج چاندني
چند پنهنجي سنيالي رکج چاندني

سونهن ڦهلائي هن تي جيڪا وئي
يادگيري انهيءَ جي ڪسج چاندني

تولئہ خوشبو ڪٿي ڪولي ٻانهون بيٺو
گل اڪيلو هي تنهنسان ٻڪج چاندني

رات جو دير سان هُو ٿا ملندا رهن
تون نہ هج نڪو ڪجهہ اڪج چاندني

●

ڏاتو هت ۾ هوءَ ڪولهياٽي نڪتي لابن تي
مرڪي نيڻن سان وئي لٽندي دليون پاڳل ڪي

چنڊ ڏهاڙا آئي هت آ روڳ ڪٽي ويندي
پيار جو پيچ نہ پائي ڪنهنسان سمجهايو هُنڪي

هوءَ تي پنهنجي بستيءَ جي واريءَ جيان چلڪي
۽ جيئن چنڊ اُجري پاٽيءَ جهوليءَ ۾ چمڪي

رُت بسنتي هُنجي سپنن ڪونہ ڏني آ ڪا
هُن جيڪي يي سپنا تاڪيا ڪُل ويا چٽندا سي

سادي سودي چا سجاٽي، اهڙن ماٽهن ڪي
جسمن وانگر پئسن تي تا پيار ڪپائن جي



آهين حسن جو شهڪار پرين
پلي مونکي پيو ڏڪار پرين

مان لکين عيب مجيان مون ۾ هن
آهيان ماٺهو مان بدڪار پرين

ڳهرين تون مونکان گنهگار تيان
ڪيان جي سِرَ کان انڪار پرين

تون متان بادلن جيان برسي پئه
پيار جو دل تي آ ڏڪار پرين

ڪهڙي بہ ريت نہ ڪنهن ڪم آئي
رهي حياتي هي بيڪار پرين



آن خدا جي تخيل جي چڻ انتها
تنهنجي جلون ۾ سنسار جي سونهن آ

نيڻ تنهنجا بلوري ڪو جادوءَ محل
ڪيئي تن ۾ لڪڻ جي رڪن آس تا

تنهنجي زلفن جي ونگ ۾ مان ونگجي ويم
تن مان نڪرڻ جي ڏس تون ئي تدبير ڪا

تنهنجي چپڙن جي لالي ملي آ وئي
ڪالهه جهڙي بسي اڄ نه آ شام سا

بس تنهنجي ڪري ئي تا ماٺهو پڙهن
نه ته منهنجي غزل ۾ به آهي ته ڇا؟



شهر ۾ هنڪي نہ ڪنهن پنهنجو ڪيو
ٻوناٽو هو ٻوٽ ڏي موٽي ويو

اباٽڪو اباٽڪو هو ترين ۾
لڙڪ اگهندو پوئتي ڏسندو رهيو

سيني جي صندوق ۾ تصوير تس
اڄ بہ جنهنڪي ساه سان سانڍي پيو

شل اسانجي ياڳ چون ساريون خوشيون
ماٽيو اوهان مهڪندڙ مڪڙي تيو

۽ هزارين اڏرندا اڄ پتنگ
عشق ۾ تن سان بہ جلي تو ڏيئو

ڪيئن مروڙي مهٽي اڇلائي وئي
ڪيس مڪڙيءَ سان هي آ ڪنهن ڪيو

●

تون ئي منهنجو پيار آن جانان
خوشين جو سنسار آن جانان

داغ اکين جي چوڏر ڪارا
لڳي پيو بيمار آن جانان

نيڻ هي تنهنجا ڳالهائن ٿا
محبت جو اظهار آن جانان

ياڳوند آ جنهن ب ڳچيءَ جو
سنهڙو سهڻو هار آن جانان

ڪون سجاتو توکي وشال
اونهو ڪو اسرار آن جانان



آدم جو آءُ پوٽو، آدم جي تون بہ پوٽي
چالاءِ اسان ۾ آ تنڌهن بہ هي وڇوٽي

انسان وڪامي تو، ايمان وڪامي تو
آملهہ اهو ساڳيو، ويلن تہ ٻن جي روٽي

ها تنهنجي هر ادا آ، مونلاءِ ڳجهارت ڪا،
مون ڪونہ ڀڳي آهي، تو جا بہ ڏني ڳوٽي

ڪو پيار بہ ڪوٽو آ، ڪو يار بہ ڪوٽو آ
دل چلڪي سڪي جيئان، ڪا دل بہ آهي ڪوٽي

تا گل، بڪل سونهن ۽ سچ اهو آهي
ڌرتي جو سهڻو گولو، تو ايئن ويڙهي چوٽي



غريب نہ سلطان آ
محترم انسان آ

نيڻ تنہں نندا ڪڙا
درد جو نشان آ

پيار ڪيو پڪو منهنجو
اي پرين ايمان آ

سونهن ڪان جيڪو پڇي
سو تہ ڪو نادان آ

پيار جي هجي پويتر
عبادت سمان آ

# نيو ٿنڪرس فورم جون اڳيون ڇپائون

**آرٽ ڪارڊس:**

شگفته شاهه، صنوبر سيد، وحيده قاضيءَ جي پاڪيٽ سائيز اسڪيچ ڪارڊس جا سيٽ

**گريٽنگ ڪارڊس**

يتائيءَ جي شاعريءَ تي شگفته شاهه جا ڪلر اسڪيچ گريٽنگ ڪارڊ- **في ڪارڊ 20 روپيا**

**وڊيو سي. ڊي**

**آرٽ آف سنڌ:** وحيده قاضي، شگفته شاهه، ڊاڪٽر زبيده جوڻيجو ۽ انيلا ميرانيءَ جي واٽر ڪلر، لائينز/ اسڪيچ ورڪ، ايمبرائڊري ۽ گلاس پينٽنگ تي مشتمل 135 پينٽنگس جي وڊيو مووي: **قيمت 60 رپيا**

| نمبر | ڪتاب جو نالو | ليکڪ | صنف | قيمت |
|---|---|---|---|---|
| 1 | مشعل ٻرندي رهندي | صنوبر سيد | ڪهاڻيون | ختم ٿيل |
| 2 | شاعريءَ جون صنفون | ظفر عباسي | صنفن جو تعارف | ختم ٿيل |
| 3 | خواب اکين جي شاعري | صنوبر سيد | نظماڻو نثر | ختم ٿيل |
| 4 | توکان ٿيندي ڌار | صنوبر سيد | ڪهاڻيون | ختم ٿيل |
| 5 | ٽين دنيا | ظفر عباسي | ڪهاڻيون | ختم ٿيل |
| 6 | ڪنهن ڪنهنجي نند ڇورائي | نسرين سيد | شاعري | ختم ٿيل |
| 7 | رومن اسڪرپٽ سيکي ٻولين لاءِ | حليم بروهي | رومن اسڪرپٽ | 75 روپيا |
| 8 | سونهن سندو ساگر | مقبول مارو | شاعري | 70 روپيا |
| 9 | اڻ پورو اظهار | ثريا سرهاڻ گل | ڪهاڻيون | 20 روپيا |
| 10 | جذبن جهوريو جيءَ | ساجده جبين | ڪهاڻيون | 60 روپيا |
| 11 | مون ڪي هوائن ۾ ڳولهجان | طارق خشڪ | ناول | 80 روپيا |
| 12 | اسانجي ڳلين ۾ اوهانجا حوالا | نسرين سيد | شاعري | 60 روپيا |
| 13 | نيراناٿي نين | اويس قرني | شاعري | 90 روپيا |
| 14 | دلڙي توکي ساري ٿي | ثريا سرهاڻ گل | شاعري | 25 روپيا |
| 15 | سارجي خوشبو | مشتاق بخاري | غزل/ شاعري | 60 روپيا |
| 16 | خواب جاڳي پيا | نمرتاز | شاعري | 100 روپيا |
| 17 | سپنا سڏڪن پيا | مهڪ جوڳي | شاعري | ٨٠ روپيا |
| 18 | نشانا چپن جا | وشال امير | غزل/ شاعري | 80 روپيا |

**لکيڙهه لاءِ ايڊريس**

**نيو ٿنڪرس فورم**

D-4/20 نسيم نگر فيز III حيدرآباد سنڌ



ان ۾ ڪوبہ شڪ نہ آهي تہ وشال امير سام سيباڻو آهي، وشال جون ڪاوشون ڪنهن بہ ساراهہ جون محتاج ناهن، وشال پنهنجي اکڙين ۾ تمام سولي ۽ سهڻي ٻولي ڪتب ٿو آڻي، تڏهن تہ وشال جي هر اکڙي دل کي ڇهندڙ ۽ من کي موهيندڙ هوندي آهي، چاهي اهو نظم، گيت، وائي يا ڪٽي غزل ئي ڇونہ هجي، وشال هر صنف سان تمام خوبصورت نڀاهہ ڪندو آهي، بلڪل ائين جيئن ڪو سچو پريمي پنهنجي پريميڪا سان. اگر اسين وشال جي شخصيت تي نظر وجهنداسين تہ اسان کي وشال هر احاظ کان وشال نظر ايندو، وشال دل جو ايترو تہ وشال آهي، جنهن جو ڪاٿو لڳائڻ آسان ۽ توهان جي وس ۾ نہ آهي، وشال خلوص ۾ وشال آ، دوستيءَ ۾ وشال آ، پنهنجائپ واري احساس ۾ وشال آ، محبتي جذبن ۾ وشال آ، انسانيت جي سيني رشتن ۾ وشال آ، ارڏن خيالن جو مالڪ، وقت ۽ حالتن سان ٽڪراءُ جي پوري سگهہ رکندڙ وشال امير ذات ۾ بہ وشال آهي، سندس اکڙيون ادبي کيتر ۾ گلاب ٻوٽي وانگر هميشہ پيار، امن ۽ محبت جي سڳنڌ مرڪندڙ پکيڙينديون رهنديون.

**زينت سحر**

نشانا چپن جا

غزل

وشال امير

NTF Graphics Cell:0300-3094527

# پڙهندڙ نَسُل . پَ نَ

## The Reading Generation

1960 جي ڏهاڪي ۾عبدالله حسين ” اُداس نسلين“ نالي ڪتاب لکيو. 70 واري ڏهاڪي ۾ وري ماڻڪَ ”لُڙهندڙ نَسُل“ نالي ڪتاب لکي پنهنجي دورَ جي عڪاسي ڪرڻ جي ڪوشش ڪئي. امداد حُسينيءَ وري 70 واري ڏهاڪي ۾ئي لکيو:

انڌي ماءُ ڄڻيندي آهي اونڌا سونڌا ٻارَ
ايندڙ نسل سَمورو هوندو گونگا ٻوڙا ٻارَ

هر دور جي نوجوانن کي اُداس، لُڙهندڙ، ڪَڙهندڙ، ڪُڙهندڙ، ٻَرندڙ، ڄُرندڙ، ڪِرندڙ، اوسيئڙو ڪَندڙ، ياڙي، ڪاٺو، ياجوڪَڙُ، ڪاوڙيل ۽ وِڙهندڙ نسلن سان منسوب ڪري سَگهجي ٿو، پَر اسان اِنهن سيني وِچان ”**پڙهندڙ**“ نسل جا ڳولائو آهيون. ڪتابن کي ڪاڳر تان کڻي ڪمپيوٽر جيِ دنيا ۾ آڻڻ، ٻين لفظن ۾ برقي ڪتاب يعني e-books ناهي ورهائڻ جي وسيلي پڙهندڙ نسل کي وَڌڻ، ويجهَڻ ۽ هِڪَ ٻِئي کي ڳولي سَهڪاريِ تحريڪ جي رستي تي آڻِڻ جي آسَ رکون ٿا.

پَڙهندڙ نَسل (پَـنَ) ڪا بہ تنظيمَ ناهي. اُنَ جو ڪو بہ صدر، عُهديدار يا پايو وِجهندڙ نہ آهي. جيڪڏهن ڪو بہ شخص اهڙي دعويٰ ڪري ٿو تہ پَڪَ ڄاڻو تہ اُهو ڪُوڙو آهي. نہ ئي وري پَـنَ جي نالي ڪي پئسا گَڏ ڪيا ويندا. جيڪڏهن ڪو اهڙي ڪوشش ڪري ٿو تہ پَڪَ ڄاڻو تہ اُهو بِہ ڪُوڙو آهي.

جهڙيءَ طَرَح وڻن جا پَنَ ساوا، ڳاڙها، نيرا، پيلا يا ناسي هوندا آهن اهڙيءَ طرح پڙهندڙ نَسُل وارا پَنَ بہ مختلِف آهن ۽ هوندا. اُهي ساڳئي ئي وقت اُداس ۽ پڙهندڙ، بَرندڙ ۽ پڙهندڙ، سُست ۽ پڙهندڙ يا وِڙهندڙ ۽ پڙهندڙ بہ ٿي سگهن ٿا. ٻين لفظن ۾ پَنَ ڪا خُصوصي ۽ تالي لڳل ڪِلَب Exclusive Club نہ آهي.

ڪوشش اها هوندي تہ پَنَ جا سڀ ڪَم ڪار سَهڪاري ۽ رَضاڪار بنيادن تي ٿين، پر ممڪن آهي تہ ڪي ڪم اُجرتي بنيادن تي بہ ٿِين. اهڙي حالت ۾ پَنَ پاڻ هِڪَٻِئي جي مدد ڪَرڻ جي اُصولَ هيٺ ڏي وَٺُ ڪندا ۽ غيرتجارتي non-commercial رهندا. پَنَن پاران ڪتابن کي ڊِجيٽائِيز digitize ڪرڻ جي عَملَ مان ڪو بہ مالي فائدو يا نفعو حاصل ڪرڻ جي ڪوشش نہ ڪئي ويندي.

ڪتابن کي ڊِجيٽائِيز ڪرڻ کان پو ٻيو اهم مرحلو وِرهائڻ distribution جو ٿيندو. اِهو ڪم ڪرڻ وارن مان جيڪڏهن ڪو پيسا ڪمائي سگهي ٿو تہ ڀلي ڪمائي، رُڳو پَنَن سان اُن جو ڪو بہ لاڳاپو نہ هوندو.

پَنَن کي کُليل اڪرن ۾ صلاح ڏجي ٿي تہ هو وَسَ پٽاندڙ وڌِ کان وَڌِ ڪتاب خريد ڪَري ڪتابن جي ليکَڪَن، ڇپائيندڙن ۽ ڇاپيندڙن کي هِمٿائِن. پر ساڳئي وقت عِلم حاصل ڪرڻ ۽ ڄاڻ کي ڦهلائڻ جي ڪوشش دوران ڪَنهن بہ رُڪاوٽَ کي نہ مڃن.

شيخ اَيازَ علمَ، ڄاڻَ، سمجهہَ ۽ ڏاهپَ کي گيتَ، بيتَ، سِٽَ، پُڪارَ سان تَشبيهہ ڏيندي انهن سيني کي بَمن، گولين ۽ بارودَ جي مدِ مقابل بيهاريو آهي. اياز چوي ٿو تہ:

گيتَ بہ ڄڻ گوريلا آهن، جي ويريءَ تي وار ڪَرن ٿا.

... ...

جئن جئن جاڙ وڌي ٿي جَڳَ ۾، هو ٻوليءَ جي آڙ ڇُپن ٿا؛

ريتيءَ تي راتاها ڪن ٿا، موتي مَنجهہِ پهاڙ ڇُپن ٿا؛

... ...

ڪالهہَ هُيا جي سُرخ گُلن جيئن، اڄڪلهہ نيلا پيلا آهن؛

گيتَ بہ ڄڻ گوريلا آهن........

... ... ... ...

هي بيتُ اَٿي، هي بَم- گولو،

جيڪي بہ ڪٽين، جيڪي بہ ڪٽين!

مون لاءِ ٻنهي ۾ فَرَقُ نہ آ، هي بيتُ بہ بَمَ جو ساٿي آ،

جنهن رِڻ ۾ رات ڪَيا راڙا، تنهن هَڏَ ۽ چَمَ جو ساٿي آ ـ

اِن حسابَ سان اڄاڻائي کي پاڻَ تي اِهو سوچي مَڙهڻ تہ "هاڻي ويڙهہ ۽ عمل جو دور آهي، اُن ڪري پڙهڻ تي وقت نہ وڃايو" ناداني‌ءَ جي نشاني آهي.

پَنَن جو پڙهڻ عام ڪِتابي ڪيڙن وانگر رُڳو نِصابي ڪتابن تائين محدود نہ هوندو. رڳو نصابي ڪتابن ۾ پاڻ کي قيد ڪري ڇڏڻ سان سماج ۽ سماجي حالتن تان نظر ڪڇي ويندي ۽ نتيجي طور سماجي ۽ حڪومتي پاليسيون policies اڻڄاڻن ۽ نادانن جي هٿن ۾ رهنديون. پَنَ نِصابي ڪتابن سان گڏوگڏ ادبي، تاريخي، سياسي، سماجي، اقتصادي، سائنسي ۽ بين

ڪتابن کي پڙهي سماجي حالتن کي بهتر بنائڻ جي ڪوشش ڪندا.

پَڙهندڙ نَسُل جا پَنَ سيني کي **چوي، چالاڪ ۽ ڪينئن** جهڙن سوالن کي هر بَيانَ تي لاڳو ڪرڻ جي ڪوٺَ ڏين ٿا ۽ انهن تي ويچار ڪرڻ سان گڏ جوابَ ڳولڻ کي نہ رڳو پنهنجو حق، پر فرض ۽ اٽل گهرج unavoidable necessity سمجهندي ڪتابن کي پاڻ پڙهڻ ۽ وڌ کان وڌ ماڻهن تائين پهچائڻ جي ڪوشش جديد ترين طريقن وسيلي ڪرڻ جو ويچار رکن ٿا.

توهان بہ پڙهڻ، پڙهائڻ ۽ ڦهلائڻ جي اِن سهڪاري تحريڪ ۾ شامل ٿي سگهو ٿا. بَس پنهنجي اوسي پاسي ۾ ڏِسو، هر قسم جا ڳاڙها توڙي نيرا، ساوا توڙي پيلا پن ضرور نظر اچي ويندا.

وڻ وڻ کي مون ڀاڪي پائي چيو تہ ”منهنجا ڀاءُ
پهتو منهنجي من ۾ تنهنجي پَنَ پَنَ جو پڙلاءُ“.
- اياز (ڪلهي پاتم ڪينرو)